# راڌا سوامي ست سنگ بياس پاران

## ڇپايل ٻيا پستڪ

### ENGLISH

1. Sar Bachan
2. With a Great Master in India
3. Divine Light
4. Path of the Masters
5. Teachings of the Gurus
6. The Mystic Bible
7. The Inner Voice
8. Light on Sant Mat
9. The Science of the Soul
10. Tales of the Mystic East
11. The Living Master
12. Spiritual Gems
13. Discourses on Sant Mat
14. Philosophy of the Masters
15. Call of the Great Master
16. The Master Answers
17. Spiritual Discourses
18. Saint John
19. My Submission
20. A Spiritual Bouquet
21. Spiritual Link
22. Prayer

### سنڌي

١. سنتن جي سکيا
٢. سار وچن
٣. پرمارٿي پتر
٤. ستگورن جي سکيا ڀاڱو ١-٢-٣-٤
٥. وينتي ۽ پرارٿنا جا شبد
٦. روحاني گلدستو
٧. پرمارٿي ساکيون
٨. گورمت سار
٩. اندر جو آواز
١٠. سنت مارگ
١١. روحاني ڊائري ڀاڱو ١

### هندي ۽ گرمکي

١. سنت مت پرڪاش
٢. پرمارٿي پتر
٣. گورمت سار ڀاڱو ١-٢
٤. وينتي ۽ پرارٿنا جا شبد
٥. گورمت ڀاڱو ١-٢-٣-٤
٦. پرمارٿي ساکيان
٧. سنت مارگ

### اردو

١. روحاني ڊائري ڀاڱو ١-٢-٣
٢. سنت مت درشن

**Available From:-**

The Secretary,
*Radha Soami Satsang Beas*
P. O. Dera Baba Jaimal Singh
Distt. Amritsar Punjab (India).

*Mr. KISHIN BABANI*
Buona Casa Building
P. M. Road
Fort Bombay-1.

من کيءَ مالا ڦيرلي،
گور سي ميلا هوءِ.
ڪيا ڪريءَ انگري گڻيءِ،
من ڏاريءَ چهون اور.
جيهه ڦيري سائين ملي،
سو پڄيا ڪاٺ ڪنور.

روح جڏهن چڙهيئي ڪونه، تو تڏهن خالي آگريون ڳڻڻ مان ڪهڙو فائدو؟ توهين هتن سان آگريون ڳڻي رهيا آهيو، پر توهانجو من ڪٿي ٻئي هند ڦري رهيو آهي. انهيءَ مان ڪجهه فائدو ڪونه ٿيندو. من جي هڪ هند ٻيهڻ سان ٿي مالڪ ملندو، جڏهن من نرمل ٿي ڪونه ٿيو آهي تہ هڪ هند ڪيئن ٻيهندو؟ اهڙي سمرن مان ڪجهه بہ فائدو نہ ٿيندو.

مالا ڦيري ڪها ڀيو،
هردي گانٺ نهين کويہ.
گور چرنن چت راچيي،
تو امراپور جويہ.
باهر ڪيا دکلائيي،
انتر جپئي نام.
ڪها مهولا خلق سي،
پڙا ڌني سي ڪام.

پڇاڙيءَ جو ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا تہ اسانجو واسطو مالڪ سان آهي ۽ نام بہ مالڪ جوئي جپڻو آهي. دنيا کي ڏيکارڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اسانجي نام جپڻ جي هڪ اسان کي خبر آهي يا مالڪ کي خبر آهي (تہ اسين ڪيترو نام ٿا جپيون.) راڌا سوامي.

پورو ٿيو

انهيءَ چڪر کي ڦرائيندا آهن. ٻه دفعا چڪر ڦيراڻون نه سمجهندا نه ٻه هزار دفعا نام جو جاپ ليو! انهيءَ مان ڇا لبندو؟ جيڪڏهن اهڙيءَ طرح جپبندو رهجي نه شانتي حاصل لبڻ گهرجي ٻر شانتي اچيئي نٿي. ڪيترا هندو وري آئي جون گوليون ناهي انهيءَ لي رام جو نالو لکي پاڻيءَ ۾ وجهندا آهن! انهن کان پڇو نه رام نه لوهان جي اندر آهي. اندر ڪڏهن ويا ٿي ڪرڻ نه رام ملندو ڪيئن؟ ٻروبيا هميشه سنان ڪندا آهن. هڪ دفعي هڪ ٻروبيو ڪابل ۾ ويو جتي ڏاڍي ٿڌ هئي. نديءَ تي جڏهن سنان ڪرڻ ويو نه سنان ڪرڻ لي دل نه لبس. هن هڪ ٻٽر ڪٽي نديءَ ۾ اڇلايو ۽ چيائين، ”ڪنڪر اشنان سو منڪر اشنان“ ۽ واپس موٽڻ لڳو. رستي تي هڪ ٻيو ٻروبيو گڏيس جنهن پڇيس نه پاڻي اشنان ڪري آئين؟ جواب ڏنائين، ”ڪنڪر اشنان سو منڪر اشنان.“ تنهن تي ٻئي ٻروبي ڪپڙ پاڪر پاڻي چيو، ”لور اشنان سو مور اشنان.“

ڪبير مالا ڪاٺ ڪي،
بهت جتن ڪا ڦير.
مالا سواس اُسواس ڪي،
جا ۾ گانٺ نه مير.

ڪاٺ جي داڻن جي مالها ڦريندي جڏهن ڳنڍ ايندي آهي، تڏهن انهيءَ کي هيٺ ڪرڻو پوندو آهي. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا نه چوڻ اندر سواس سواس جي مالها ڦيرڻ جنهن کي نه ڳنڍ اچي ۽ نه هيٺ ڪرڻ جي ضرورت پوي.

مالا موسي لڙ پڙي،
ڪا ڦيرت هو موهه.

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته مالها ڦيريندي ساري عمر گذري ويئي پر ٻٽيو ڪجهه به ڪونه. نه آلما اندر ويئي، نه پردو کليو، نه شانتي آئي. تنهن ڪري ڪاٺ جي داڻن جي مالها ڇڏي، من جي مالها ڦيريو! توهانجو روح اندر هليو ويندو.

اجپا سمرن گهٽ بکيءَ،
ديکها سرجنهار.
تاهي سي من لگ رها،
ڪهي ڪبير بچار.

نام جو سمرن ڪندي هٿ پير سمهي ٿا پون، اهڙي قدر جو سڄي شرير جي چيتن ستا ڪني ٿي اکين جي پنيان اچو بيهي. جڏهن اندر جو پردو کلندو، روح مست ٿي ويندو. ٻهرين سورج، پوءِ چندرما ڏسڻ ۾ ايندا، پوءِ ڏن ٻڌڻ ۾ ايندي. اهو ئي قدرتي اجپا جاپ آهي، جنهن کي جپڻ جي ضرورت ٿي ڪانهي. انهيءَ سان پنهنجو ڏيان جوڙي ڇڏيو يعني سرت کي انهيءَ ۾ لڳلين ڪري ڇڏيو.

ڪبير مالا من هي ڪي،
اور سنساري ڀيک.
مالا ڦيري هري ملين،
تو گلي رهٽ کي ديک.

فرمائين ٿا ته سمرن اهو آهي جنهن ۾ پيار ۽ محبت هجي. جي فقط مالها ڦيرڻ سان ايشور ملي ته کوهه جي نار جون ڪنگريون به مالها وانگر ڦري رهيون آهن پر انهن جي ڦرڻ مان ڪو به فائدو نه ٿيندو. چيني لوڪن هڪ مشين ناهي آهي جنهن جو هڪ چڪر ڦيرايو ته هوءَ پاڻهي هزار چڪر ڦرندي. چيني لوڪ مندرن ۾ هڪ منتر لکي ان ۾ وجهي،

اسانکي مالڪ جي سمرن جو اهڙو ني شوق هئڻ گورجي.

سمرن سرت لگاء ڪي،
مک تي ڪڇو نه بول.
باهر ڪي پٽ ديئه ڪي،
انتر ڪي پٽ کول.

جڏهن سمرن جي للدمه يا سواد اچي لڏهن انهيء باري ۾ باهر ياڦ به ڪبڻ نه گورجي. چاڪاڻ ته اها اُم ۾ اُم دولت آهي جنهن جي هن دنيا کي ڪا ۾ پرک ناهي، تنڪر ڪو دنيا انهيء جو ملهه ڏيئي سگهي ٿي. انهيء جي قيمت مالڪ ئي ڏيئي سگهيتو. باهر ۾ن اکيون بند ڪري اندر ۾ن پردو کولبو. جڏهن اندر جون اکيون کوليندا لڏهن نام پرگهٽ ٿيندو.

مالا ڦيرت من خوشي،
ڪاٿي ڪڇو نه هوئـــ.
من مالا ڪـي ڦير ٿي،
گهٽ اجياري هوئـــ.

هاڻ ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته مالا ڦيرڻ جي ضرورت ڪاڻهي. جڏڪڏهن هٿ مالا ڦيرڀندو رهي ته خيال ڪيئن اندر وڃندو؟ جي خيال اندر نه ويـو ته باقي ٿيو ڇا؟ من جي مالا ڦيرڻ ڪانه جي مالا جي ضرورت ڪاڻهي. جڏهن من هر وقت پيو سمرن ڪندو لڏهن اندر جو پردو کلي پوندو ۽ مڪمل Concentration (ڌيان) حاصل ٿيندو.

مالا ڦيرت جگ گيـا،
ڦرا نـه مـن ڪـا ڦير.
ڪر ڪا منڪا ڏار دي،
مـــن ڪا منڪا ڦير.

تن ڇٽن ڏينهن کانپوءِ وري اهائي ڳالهه ٿي ۽ هو ڇوڻ لڳو،
"من خدائم، من خدائم من خدا." جڏهن مريدن اهو ٻڌو
تڏهن ڪيترن تلوارون ۽ ڇريون ڪڍي ڪيس قتل ڪرڻ چاهيو.
مثنويءَ ۾ لکيل آهي ته جن مريدن هن جي سر تي وار ڪيو
انهن جو خود سر ڪپجي ويو، جن هن جي هٿن تي وار ڪيو
تن جا هٿ ڪپجي ويا، مطلب ته جن پير جي جنهن عضوي
تي وار ڪيو اهو ئي عضوو سندن ڪپجي ويو. ليڪن
پير صاحب مست هائيءَ جيان جهومندي چئي رهيو هو، "من
خدائم، من خدائم من خدا" باقي جن مريدن ڪجهه به نه
ڪيو، اهي سڀ ڪجهه ڏسي حيران ٿي ويا. وري جڏهن
پير سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو موقعو مليِن تڏهن عرض ڪيائون،
"يا حضرت! توهان کي قتل ڪندڙ مريد پاڻ قتل ٿي ويا پر
توهان تي تلوار جو اثر به نه ٿيو. اهو ڪيئن؟" هن ڪلندي
چيو، "جيڪو رب کي ياد ڪريٿو اهو پاڻ رب جو روپ
ٿيو وڃي ۽ ڪنهن جي قتل ڪرڻ سان قتل نٿو ٿي سگهي."
اهڙو ئي واقعو تلسي صاحب، جي ستارا جي گاديءَ جا مالڪ
هئا، انهن سان هٿرس ۾ ٿيو هو. گهٽ راماڻ ۾ به اچيٿو
"رهون ري بديهه ديهه درسائون ..."

سمرن سي من لائيي،
جيسي پاني مين.
پران تجيءَ پل بڇڙيءَ،
ست ڪبير ڪهه دين.

مالڪ جي نام جو سمرن اينرو پيار سان ڪرڻ کپي ج
مڇي پاڻيءَ جو سمرن ڪريٿي. جيڪڏهن ڪيس پاڻيءَ
جدا ڪيو وڃي ته، هڪ مٿ ۾ مري وڃي. اهڙي
جيڪڏهن مالڪ جي نام کان جدا ٿجي ته مري وڃ

هجي چاهي لندرستيءَ ۾، سمهندي جاڳندي، اُٿندي وهندي، هر وقت مالڪ جو سمرن ڪندو رهي.

شمرن سي ٿن لائيي،
جيسي ڪيٽ ڀرنگ.
ڪبير بسريءَ آپ ڪو،
هوي جاي تيهہ رنگ.

گهربتري ۾ هاران ڪيڙون ڪٽي انهيءَ کي ڀهرش ڪري جذبندي آهي. پوءِ پنهنجو خيال ان ڏانهن ڏيندي آهي. جيڪڏهن هن اهو خيال جهتمو تہ پاڻ گهربتري ٿي پوندو آهي ۽ گهربتري ڪيس پاڻ سان ولي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن توهين مالڪ جي نام جو سمرن ڪندا تہ مالڪ ۾ سمائجي ويندا! مالڪ جو روپ ٿي ويندا. جيڪو خدا جي نور ۾ ملي نور ٿي ويو اهو رواجي انسان ناهي. جنهنجو ڏيان ڪبو تنهنجو روپ ٿي پئبو ...... حضرت بايزيد بسطامي ۾ خدا جي ڏيان ۾ پنهنجو پاڪکي اتري قدر پلجي ويو جو جڏهن پنهنجي وجود ڏانهن نگاه ڪيائين تڏهن سواءِ خدا جي ٻيو ڪجهہ ۾ نظر نہ آيس. سو مستيءَ جي حالت ۾ اچي، چوڻ لڳو، ”من خدا ئم، من خدا ئم من خدا“. سندس مريد جي ان وقت اُلي وينا هئا اهو ڪلمو ٻڌي من ۾ چوڻ لڳا تہ آج اسانجي پير کي چا ٿي ويو آهي جو هيڙيون ڳالهيون ٿو ڪري. جڏهن کين پنهنجي پير سان ڳالهين ڪرڻ جو موقعو مليو تڏهن عرض ڪيائون، ”يا حضرت! اوهين فرمائيندا آهيو تہ رب وجود ۾ نتو اچي ۽ هاڻ توهين فرمايو ٿا تہ ”مان ئي رب آهيان“ چا توهين وجود ۾ نہ آهيو؟“ بايزيد جن فرمايو تہ اهو ٻئي ڪنهن چيو هوندو، مون ڪرنہ چيو آهي. جيڪڏهن هن ڪانپوءِ چوان تہ شريعت جو ڏنڊ وجهجو. مريدن چيو چڱو.

جهڙيءَ طرح سان ڪنگال آدمي پئسو پئسو پيي دولت
ڪني ڪري ٿو ۽ هر وقت اهوئي حساب ڪندو رهي ٿو ته
آڄ هيترا رپيا آهن، سياڻي هيترا ٿيندا ۽ اهڙيءَ طرح واڌ
ڏينهن ستي يا جاڳندي هن کي رپين جو فڪر آهي، اهڙيءَ
طرح اسانکي مالڪ جي نام جو فڪر هئڻ گهرجي.

سمرن سي من لائيي،
جيسي ناد ڪرنگ،
ڪهه ڪبير بسريءَ نهين،
پران تجيءَ تيهه سنگ.

هرڻ کي ڦاسائيندڙ شڪاري جهنگل ۾ وڃي هڪ قسم
جو باجو وڄائيندا آهن. اوسي پاسي جا هرڻ جڏهن انهيءَ
باجي جو آواز ٻڌندا آهن تڏهن مستيءَ ۾ ٻاهر هليا ايندا آهن
۽ شڪاري کين پڪڙي وٺندا آهن. ڪبير صاحب جن فرمائين
ٿا ته جيتوڻيڪ هرڻ کي خبر هوندي آهي ته مونکي پڪڙيو
ويندو تڏهن به هو بي اختيار پنهنجو سر وڃي انهيءَ باجي
تي رکندو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن سمرن جو رس اچي ٿو
ته من بي اختيار اندر هليو وڃي ٿو ۽ جي من اندر هليو وڃي
ته آتما پاڻ کان پاڻيهي روحاني منڊلن تي چڙهيو وڃي.

سمرن سي من لائيي،
جيسي ديپ پتنگ.
پران تجيءَ ڇن ايڪ مين،
جرت نه موڙيءَ انگ.

پتنگ جڏهن ڏيئي جي جوت کي ڏسي ٿو تڏ
بي اختيار ٿيو وڃي ۽ پريم ۾ اچي جوت ڏانهن ڊوڪيو و
هو جلي وڃي ٿو پر پٺيان نٿو هٽي. سچي اڀياسيءَ جو ا
ڌرم آهي! غريبيءَ ۾ هجي چاهي اميريءَ ۾، بيمار

استريءَ جي شڪل سندس سامهون رهي ٿي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مالڪ جو سمرن ڪريو ته ڪهڙو نه سٺو!

سمرن ڪي سڌ يون ڪرو،
جيون گاگر پنهار.
هاليءَ ڏوليءَ سرت ۾،
ڪهيءَ ڪبير بچار.

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته اٿين ناهي ته توهان دنيا جا ڪم ڪاريون ڇڏي سمرن ڪريو. ڳالهه جڏهن پاڻي ڀرڻ ويندڙيون آهن تڏهن سندن مٿن تي مٽڪا هوندا آهن، زمين هيٺ مٿي هوندي آهي، پاڻ ۾ ڳالهيون ٻوليون به ڪنديون ويديون آهن پر سندن خيال مٽڪن ۾ هوندو آهي. ساڳيءَ طرح دنيا جا سڀ ڪم به ڪندا رهو پر سمرن نه ڇڏيو.

سمرن ڪي سڌ يون ڪرو،
جيون سرپي ست مانهه.
ڪهه ڪبيرا چارا چرت،
بسرت ڪبهون نانهه.

جڏهن وڇڙي واري ڳانءِ کي چارڻ وني وڃبو آهي تڏهن جيتوڻيڪ هوءَ گاهه ٻيئي چرندي آهي پر سندس خيال وڇڙي ۾ هوندو آهي. ساڳيءَ طرح دنيا جا ڪم ڪندا رهو ليڪن خيال مالڪ ۾ رکو. پوءِ توهان کي ڪڏهن به گهاٽو نه پوندو.

سمرن ڪي سڌ يون ڪرو،
جيسي دام ڪنگال.
ڪهه ڪبير بسريءَ نهين،
پل پل ليهه سمهال.

”اک پل کن وسر یهہ تو سوامي، جانیئو برس پچاس“

هڪ منٽ به مالڪ جي سمرن کان پري نه رهو. پوءِ توهان کي نه چنتا ستائيندي ۽ نکو دک ويجهو ايندو. خيال جي ايڪاگرتا (Concentration) لاءِ دنيا گهڻيئي اپاءَ ڪيا آهن. ڪي ٻانهون مٿي ڪري تا بيهن، ڪي ڪَنڌن لي سمهيو پون، ڪي وچ پاڻيءَ ۾ بيهي تا رهن، ڪي پراڻايام تا ڪن، ڪي جيٺ جي گرميءَ ۾ پنهنجي چوڌاري باهه ٻاري تا وهن، پر سڀئي ڪاميابي ڪنهن کي به نٿي ملي. چاڪاڻ ته هي سڀ بناوٽي طريقا آهن پر سمرن جو طريقو قدرتي طريقو آهي ۽ سولي ۾ سولو آهي. گهر ڪرڻ نه ڇڏڻو آهي، ٻار ٻچا ڪرڻ نه ڇڏڻا آهن ۽ نکو ڪم ڪار ڇڏڻو آهي.

سک ۾ سمرن نا ڪيا،
دک ۾ ڪيا ياد.
کهہ ڪبير تا داس ڪي،
ڪون سنيءَ فرياد.

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته انسان، سک جي وقت سمرن ڪرڻ کي ڪونه ٿو پر جڏهن ڪو دک اچيو پوي يا بيماري ٿي لڳي يا ڪنهن مقدمي ۾ ٿو ڦاسي، تڏهن سمرن ڪريٿو. انهيءَ وقت هن جي دانهن ڪير ٻڌندو؟

سمرن ڪي سڌ يون ڪرو،
جيسي ڪامي ڪام.
ايڪ پلڪ وسريءَ نهين،
نس دن آٺون جام.

جيڪڏهن ڪنهن استريءَ سان ڪنهن پرش جو پريم ٿي وڃي ٿو ته اُنهيءَ وهندي، سمهندي جاڳندي انهيءَ

نئي ملي. سمرن ڪانسواءِ اڇا شڪتي (Will power) مضبوط نٿي ٿئي. سمرن ڪرڻ سان رڌبرن سڌيون ۽ اندروني شڪتيون حاصل ٿين ٿيون. جيڪڏهن ڪا مصيبت ۽ سامهون اچي ٿي وڃي ته سمرن ڪرڻ وارو انهيءَ جي پرواهه نٿو ڪري ڇاڪاڻ ته سمرن ڪرڻ ڪري سندس دل مضبوط رهي ٿي. چنتا دور ڪرڻ جو جيڪڏهن ڪو اپاءُ آهي ته اهو سمرن آهي. مالڪ جو سمرن ڪرڻ سان سڀ چنتائون دور ٿي وڃن ٿيون. هڪ دفعي موسيٰ ناليءِ مهاتما کي اچي ايمان لڳو ته مان ٿي مالڪ جو پيارو آهيان. سو خدا کي عرض ڪيائين ته مونکان ۽ وڌيڪ ڪو پيارو ائين ته ٻڌاءِ؟ خدا چيس ته اي موسيٰ! مهنجا پيارا گهڻيئي آهن، انسان ته ڇڏ پر پسون ۽ پکي ۽. هو ڏس! سامهون جهنگل ۾ ٽلاٽي وڻ تي هڪ پکي ويٺو آهي تنهن سان وڃي گڏج. موسيٰ عرض ڪير ته مونکي پکيءَ جي ٻولي ڪرڻ ٿي اچي. خدا چيس تہ لوکي هن جي ٻولي سمجهڻ جي طاقت اچي ويندي. موسيٰ انهيءَ پکيءَ وٽ ويو ۽ چيائينس کهڙو حال اٿيئي؟ پکيءَ جواب ڏنس ته مون لوسان ڳالهائڻ ته نٿي چاهيو پر ڇاڪاڻ ته مهنجي پياري جو موڪليل آهين تنهنڪري توکي جواب ڏيانتو. ”مالڪ جو سمرن ڪري رهيو آهيان ۽ سمرن مان مونکي فرصت ڪانهي.“ موسيٰ پڇيس ته توکي ڪا تڪليف ته ڪانهي؟ پکيءَ چيس ته لون چا ڪندين؟ موسيٰ چيس ته ٿي سگهندو ته اها تنهنجي تڪليف دور ڪندس. پکيءَ چيس ته سامهون جيڪو پاڻيءَ جو چشمو آهي سو هتي نزديڪ ڪٺي اچ. ڇاڪاڻ ته جڏهن مان اتي پاڻي پيئڻ ٿو وڃان ته سمرن ۾ رنڊڪ ٿي پوي. اهو ٻڌي موسيٰ حيران ٿي ويو.

سائين ڳالهه سري گرو امرداس صاحب جن فرمائين ٿا:

نر ناري سڀ نرڪ هيءَ،
جب لڳ ديهہ سڪام.
ڪهہ ڪبير سوئي پيوَ ڪر،
جـو سمريءَ نهـڪام.

جيڪڏهن استريءَ واسطي سمرن ڪبو يا پٽن ڏيڻ لاءِ سمرن ڪبو ته اُهي ماي ويندا پر اُهي ساڻ نه هلن ٿي ڪونه تا. زال نه ڇڏيو پـر پنهنجو سر بہ ساڻ نٿو هلي پوءِ انهن جي گهرڻ مان فائدو ڪهڙو؟ ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته مالڪ کان اها شيءِ گهرو جا ساڻ هلي. اها شيءِ ڪهڙي آهي؟ "پاڻ مالڪ". نہ پوءِ مالڪ کان مالڪ ئي گهرو. گورو گرنٿ صاحب ۾ ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

"ڪيا مانگئون ڪڇ ٿـر نہ رهائي،
ديکت نين چليئو جـگ جائي."

هڪ بيو مهاتما چوي ٿو:

"چيزي ڪہ زوال دارد از خدا مخواه"

پيارؤ پريم سان مالڪ جي نام جو سمرن ڪريو. جوئي توهان سان ساڻ هلندو. بـاقي ناسونت شيون گهرڻ مان ڪهڙو فائدو؟

دک ۾ سمرن سڀ ڪريءَ،
سک ۾ ڪريءَ نہ ڪويہ.
جو سک ۾ سمرن ڪريءَ،
تـو دک ڪاهي هويہ.

جڏهن ڪو دک يا ڪشٽ اچيٿو تڏهن سيڪو سمرن ڪريٿو پر جيڪڏهن پريم سان هر وقت سمرن ڪجي ته دک ايندو ئي ڪونہ. دک اچيٿي تڏهن ٿو جڏهن انسان پاپ ۾ پوي ٿو ۽ مالڪ کي وساري ٿو. سمرن ڪانسواءِ آتما کي شانتي

جو سمرن نہ ڪري اھو سيني کان وڏو آھي. انھيءَ جا ڏنّ پاپ آھن. انھيءَ جي قسمت سٺي آھي. ٻر سمرن ۽ سمرن ۾ فرق آھي. سڀني دنيا من ۾ ڪامنا رکي سمرن ڪري ٿي. ڪو پٽ چاھي ٿو، ڪو ڌن چاھي ٿو، ڪو ڪجھہ، ڪو ڪجھہ. سڀ کان اُتم اھو آھي جنھن کي ڪا ﺑہ ڪامنا ڪانھي. جيڪڏهن دنيا جا پدارٿ نہ گھري تنھن کي جي آھي ملي ويا نہ باقي (سنڌس سمرن مان) رھيو ڇا؟ ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا تہ جيڪو ڪامنا کانسواءِ سمرن نہ ڪري اھو سيني کانَ وڏو آھي.

ھڪ دفعي سمر ڪندي اڪبر بادشاه کي جڏھن بُک لڳي تڏھن ھڪ زميندار جي گھر ڏي ھليو ويو. زميندار کيس سوار سمجھي گھوڙو ٻڌو ۽ کيس ڪجھہ کائڻ لاءِ ڏنو. اڪبر جڏھن آسائش ورتي روانو ٿي ٿيو تڏھن چيائينس تہ ڏس چوڌري! مان بادشاه آھيان ڪڏھن بہ ڪو ڪم پوئيئي تہ مونوٽ ھليو اچج. زميندار چيو منھنجو ڪھڙو ڪم پوندو؟ دل تہ مون ڏيٺي چڏي آھي. ڪجھہ سمي بعد زميندار جو ڪو ڪم اچي پيو. جڏھن بادشاه وٽ پھتو تڏھن ڏنائين تہ ھو نماز پيو پڙھي ۽ ھٿ کڻي پيو دعا گھري. نماز بعد چوڌريءَ بادشاھہ کان پڇيو تہ ڇا ڪري رھيا ھئا؟ بادشاھہ ورائيو تہ خدا کان اھو گھري رھيو ھوس تہ منھنجو فلاڻو ڪم ٿئي، منھنجي راڄ ۾ امن رھي، وغيره وغيره. زميندار چيس تہ مان ھاڻ وڃان ٿو. بادشاھہ پڇيس ڇو؟ چيائينس تہ مان بہ انھيءَ کان ڇو نہ گھران جنھن کان تون گھري رھيو آھين. مطلب ڳالھہ جو اھو آھي تہ سڀني دنيا ڪامنا رکي سمرن ٿي ڪري ٻر ٻورو فائدو انھيءَ کي ملي ٿو جيڪو نشڪام سمرن ڪري ٿو.

لٺهن شيءِ جي شڪل سامهون اچي بيهندي. ”جهڙو سمرن ڪهڙو ڏيان“ پوءِ جنهن شيءِ جو سمرن ڪبو آهي، جهڙو روپ ٿي وڃبو ۽ انهيءَ ۾ سمائجي وري اُلي اچڻو پوندو. ”جهان آسا تهان باسا.“

سنت فرمائين ٿا ته اي انسان! توکي سمرن جي عادت اڳيئي آهي، ڪهڙو نه سٺو ٿئي جيڪر تون دنيا جو سمرن ڇڏي نام جو سمرن ڪرين. نام جي سمرن ڪري حرص گهٽجن ٿا ۽ سک پراپت ٿئي ٿو. انهن ڪري ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪڏهن سائينءَ جو سمرن ڪندا ته سائينءَ ۾ سمائجي ويندا پر جي دنيا جو سمرن ڪندا ته دنيا ۾ ڦاسي پوندا ۽ وري وري هن دنيا ۾ ئي جنم وٺڻو پوندو. اصل ته سمرن هر روز ٻي ڪلاڪ ڪرڻ گهرجي پر جيڪڏهن ڪير ٻه ٻه هڪ ڪلاڪ ڪري، ته آهستي آهستي وڌائيندو وڃي. سمرن ڪرڻ جي اصل مراد اها آهي ته پريم سان ڪجي پر جي ابوجهه سمجهي ڪبو ته ڪاميابي ڪونه ٿيندي. ڪامل مهاتمائون سمرن کان هڪ منٽ به خالي نٿا رهن. دنيا جا ڪم هٿن پيرن سان ڪرتا آهن. من هميشه خالي آهي انهيءَ ڪري فرمائين ٿا ته هٿن پيرن سان ڪم ڪريو ۽ من سان مالڪ جو سمرن ڪريو. جيڪڏهن انسان اهڙي محنت ڪري ته جهڙيءَ طرح گهڙيال جو ڪانٽو پاڻيهي پيو هلندو آهي تئين هر وقت سمهندي چاهي جاڳندي سمرن ٿيندو رهندو.

راجا رانا راو رنڪ،
بڙا جو سمري نام.
ڪهه ڪبير بڙون بڙا،
جو سمري نهڪام.

فرمائين ٿا ته غريب هجي چاهي راجا هجي جيڪو نام

# سنت سنگ جا وچن- (۱۷)

## سمرن جو انگ

(ڪبير صاحب جي ساکي سنگره مان)

سمرن سي سک هوت هيءُ،
سمرن سي دک جاءِ.
سمرن سي ڪٽي،
ڪهه ڪبير سمرن
سائين ماهين سماءِ.

پرم سنت ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته سچي دنيا پنهنجي پنهنجي ڪم جو سمرن ٿي ڪري. زالون پنهنجي ڪم جو سمرن ڪن ٿيون ته سندن گهر ۾ اٽو، مرچ مصالح آهن يا نه. ڪهڙي شيءِ موجود آهي ۽ ڪهڙي گهرائڻي آهي، صبح جو رسوئي ڪرڻي آهي وغيره وغيره. زميندار پنهنجي ڪم جو سمرن ٿو ڪري ته فلاڻي ڪيت ۾ هر ڪيترا آهي، ٻج ڪٽي وجڻو آهي. ڇارو ڪيترو اٿندو؟ وغيره. دڪاندار پنهنجي دڪان جو سمرن ڪري ٿو ته فلاڻي شيءِ بمبئيءَ مان گهرائڻي آهي، فلاڻي ڪلڪتي مان. هيءَ جنس مهانگي ٿي وئي آهي ۽ هيءَ جنس سستي ٿي وئي آهي ڪلارڪ وري پنهنجي ڪم جو سمرن ٿو ڪري. سڪو ماستر پنهنجي ڪم جو سمرن ٿو ڪري. سڀاڻي فلاڻي ڪلا کي پڙهائڻو آهي ۽ هي پڙهائڻو آهي. ليکدار پنهنجي د جو سمرن ڪري ٿو ته هيترو ڪم آهي، هيترو ٿي ويو آ ۽ هيترو باقي آهي ۽ اهو هيترن وڏيڪ مزورن لڳائڻا پورو ٿي ويندو. قاعدو آهي ته جنهن شيءِ جو سمرن

گور گيان ڏيان پر مان پد بن ۽
ٻنڪ ٽلسي پتڻم ٻلي ·

جڏهن مان انهيءَ ڪل مالڪ جي ديس ۾ پهچي ويس تڏهن پتو پيم ته هي چولو يا سرير ڪام ڪروڻ ۾ جلدو ۽ ڇڏڻو آيو آهي ۽ جاءِ ۽ ٻڌي پيو. جيستائين اسين هن ديس ۾ آهيون تيستائين ائين ٿي ليکيو ٿو اچي. اڳتي تلسي صاحب جن فرمائين ٿا ته جڏهن پورو ستگورو مليو ۽ آنڊر جي راهه ڏيکاريائين تڏهن ٿي هن ڀَوَ ساگر مان پار پيس.

جهين نال لٽ پٽ پار پريتم،
پرس پد آڪسي الي.
پرس پد سهارسن ڪي،
گهٽ گهور رسور سهارسن ڪي،
سنڌ سـلتا جس ملي.

سمه تلسي صاحب جن چون ٿا ته اهڙيءَ طرح شرق ۽ امرسر
... م سان منهنجي آلما برهم ۽ پار برهم مان ليندي لولن لي وڃي.
... ر سبر ڪندي سڄڪنڌ ۾ پهتي ۽ مالڪ ۾ جهنگلن، پهاڙن ۽ ميدانن
... لتا معمول لدي. جهڙيءَ طرح لدي گرد ۾ آرام لي ڪري، اهڙيءَ
... ڪي چيرهندي وڃي سمنڊ جي گرد ۾ آرام پيئي
طرح منهنجي آلما ۾ انهيءَ مالڪ جي گرد ۾ آرام
ڪري.

جب ناٿ گهاٽ بيراٽ ڪينها،
مين جل ڪنولا ڪلي.
الي انس سنڌ سهار اپنا،
خالق لک سپنا چلي.

فرمائين ٿا ته جيسائين آلما لولڪيءَ ۾ هئي يعني برهم،
پار برهم ٿائين وڃي هئي ليسائين مان سمجهندو هوس ته
ورات لي سڀ ڪجهه آهي ۽ جو ڪجهه آهي سو اهو ئي آهي.
انهيءَ ڪان بريان ٻيو ڪجهه ڪونهي. مان انهيءَ لي اهڙيءَ
طرح عاشق هوس جيئن ٻيو ڪو گل لي ۽ مڇلي پاڻيءَ لي. هاڻ
ڇڏهن آلما سڄڪنڌ جو سمنڊ ڏٺو ته پتو پيو ته هي سڄو
سنسار سمنڊ آهي ۽ ناسولمه آهي. پر اها سمجهه ڏر ڏام پهچي
پوءِ آئي ۽ گورو نانڪ صاحب، پلٽو صاحب، شمس تبريز ۽
ٻيا مهاتمائون ته الهن لي چوندا آيا آهن.

اس سار پار سمهار سورت،
سمجهه جگ جگ جلي.

"جز روحان پاک اوزا شرق ني،
در طلوعش روز و شب را فراق ني."

اها حالت پوتر آتمائن جي آهي. انهيءَ ديش ۾ نه رات آهي نه ڏينهن، فقط روشني ئي روشني آهي. اڳتي فرمائين ٿا:

"اندر آن بحر و بيابان و جبال،
ستي مي گردد اوهام و خيال."

رستي تي بي شمار جهنگل، پهاڙ، درياه، ۽ سمنڊ اچن ٿا جن کي ڏسي روح ٿيرس ۾ پئجو وڃي ۽ سمجهي ٿو نه شايد وهم آهي.

"اين بيابان در بيابان هائي او،
همچو اندر بحر يک تار مؤ."

هيءَ سڄي دنيا انهيءَ (لوڪني جي) ميدان ۾ اهڙي طرح آهي جهڙيءَ طرح سمنڊ ۾ هڪ وار! هي پرمنڊل انهيءَ رچنا اڳيان ڪجهه حيثيت نٿو رکي.

"نردبان هاهست پنهان در جهان،
پايه پايه تا عنان آسمان."

هر هڪ انسان جي اندر شبد جي ذاڪڙ لڳل آهي ۽ هر هڪ منزل تي وڃڻ جو رستو موجود آهي. جيڪي سنت يا فقير اندر ويا آهن اهو ئي خيال ظاهر ڪن ٿا. سوامي جن به فرمائين ٿا:-

"شبد شبد پوڙي پر چڙه کر،
پهنچو سچ کنڊ ست نام."

افسوس آهي ته اسين هتي جون لکيون پيار سان نٿا ڏسون. هر هڪ انسان پنهنجي پنهنجي مذهبي ڪتابن ۾ قيد ٿيو پيو آهي. جيڪي ڪجهه آهي سو اندر آهي نه ٻاهر. جيستائين سچي سنتن ۽ مهاتمائن جون لکيون پيار سان نٿيون پڙهجن، اها ڪيفيت نٿي اچي.

الي پهچي ان کي پنهنجي شناس ٿيئي ۽ ڏ ڏ برهم ۽ پار برهم
جا چڪر پيئي لڳائي. گرو نانڪ ديوجن قاضي رکن دين
کي مڪي ۾ اپديش ڏنو آهي. هن ريت ڏ اي رکن دين!
هيءَ وجود اَمرلسر يا آب حيات جو حوض آهي جنهن ۾ هڪ
اَجل ڪنول آهي. الي پهچي روح يا آتما ۾ گيان پيدا ٿيئو
۽ مرنکي سچ ڪنڊ وڃڻو آهي ۽ اهڙي طرح آتما سچکنڊ وڃڻ جي
ڏاڍهن وڃڻ جي عاشق ٿئي ٿي ۽ منجهس سچکنڊ وڃڻ جي
زبردست خواهش پيدا ٿئي ٿي.

هيئي نين سين سڄڻ سندر،
ساج سرت پڳيم پيءَ چلي.
گر گون گوه گهار مارگ،
چڙهنت گـڙه گگنا گلي.

...ي طرح استري سهڻا سهڻا وستر پائي، هار سينگا...
خوشبوءِ لڳائي، پنهنجي پتيءَ کي پيار سان ما...
...، تهڙي طرح منهنجي آتما، عشق پريم، برهه وئراڳ...
...ءِ سان پنهنجي پتيءَ اڪال پرک سان ملڻ لاءِ روح...
...ن جو سفر ڪرڻي. رستي لي چالي ڏسي؟ بي ش...
...، اڳ ٻطس د رباه، برهم، پار برهم وغيره. آتما انهن س...
پارڪندي متي وڃيئي. انهيءَ مضمون کي مولانا روم صا...
...ن بيان ڪن ٿا.

„ چون شري محرم ڪشالـم با لولب،
تا بـ بيني آفـتـاب نـيـم شب."

جيڪڏهن لون آڏيءَ رات جو سورج ڏسڻ ٿو...
پلي ڳالهيون ڪر، پر جيڪڏهن ٿو ڏسڻ ته مولکي...
ڪانڊي ڏ لوسان ڳالهيون ڪريان. ڪڏهن سورج
ڏسڻ ۾ آيو آهي؟ ٻاڻ فرمائين ٿا:

"جز روحان پاڪ اوزا شرق ني،
در طلوعش روز و شب را فراق ني."

اها حالت پورو آتمائن جي آهي. انهيءَ ديش ۾ نه رات آهي نه ڏينهن، فقط روشني ئي روشني آهي. اڳتي فرمائين ٿا:

"اندر آن بحرو بيابان وجبال،
سڪته مي گردد اوهام و خيال."

رستي تي بي شمار جهنگل، پهاڙ، درياه، ۽ سمنڊ اچن ٿا جن کي ڏسي روح ڪيترن ۾ پئجي وڃي ۽ سمجهي ٿو ته شايد وهم آهي.

"اين بيابان در بيابان هائي او،
همچو اندر بحر پر يڪ تار مو."

هيءَ سڄي دنيا انهيءَ (لڪتي جي) ميدان ۾ اهڙي طرح آهي جهڙيءَ طرح سمنڊ ۾ هڪ وار! هي برهمنڊ انهيءَ رچنا اڳيان ڪجھ حيثيت نٿو رکي.

"ز دبان هاهست پنهان در جهان،
پايه پايه تا عنان آسمان."

هر هڪ انسان جي اندر شبد جي ڏاڪڻ لڳل آهي ۽ هر هڪ منزل تي وڃڻ جو رستو موجود آهي. جيڪي سنت يا فقير اندر ويا آهن اهو ئي خيال ظاهر ڪن ٿا. سوامي جن به فرمائين ٿا:-

"شبد شبد پوڙي ڀي چڙهه ڪر،
پهنچو سچ کنڊ ست نام."

افسوس آهي ته اسين هنن جون لکيون پيار سان نٿا ڏسون. هر هڪ انسان پنهنجي پنهنجي مذهبي ڪتابن ۾ قيد ٿيو پيو آهي. جيڪي ڪجھ آهي سو اندر آهي نه ٻاهر. جيستائين سيني سنتن ۽ مهاتمائن جون لکيون پيار سان نٿيون پڙهون، اها ڪيفيت نٿي اچي.

اِنهيءَ ان کي پنهنجي شناس نٿيندي ته ڪڏهن برهم ۽ پار برهم جا جهڳڙا پيهي لڳائي. گرو نانڪ ديو جن، قاضي رڪن الدين کي مڪي ۾ اُپديش ڏنو آهي: هن جسم ۾ اي رڪن الدين! هيءُ وجود اَمرت يا آب حيات جو حوض آهي جنهن ۾ هڪ اَجل ڪنول آهي. انهيءَ روح يا آتما ۾ گيان پيدا ٿيندو ته موتڪي سڄ ڪنڊ وڃڻو آهي ۽ اهڙي طرح آتما سڀڪنهن ڏانهن وڃڻ جي عاشق ٿي ٿي ۽ مچجهس سڀڪنهن وڃڻ جي زبردست خواهش پيدا ٿئي ٿي.

هيءَ نين سين سڄڻ سندر،
ساج سرت پڳيه پيءَ چلي.
گر گون گوه گهار مارگ،
چڙهت ڪـڙه گگنا گلي.

جهڙي طرح استري سهڻا سهڻا وستر پائي، هار سينگار ڪري خوشبوءِ لڳائي، پنهنجي پتيءَ کي پيار سان ملڻ وڃي ٿي تهڙي طرح منهنجي آتما، عشق پريم، برهه وڙاڳ، وويڪ سان پنهنجي پتيءَ اڪال پرک سان ملڻ لاءِ روحاني منزلن جو سفر ڪري ٿي. رستي ۾ ڇا ٿي ڏسي؟ بي شمار پواڙ، اڻ ڳڻت درياه، برهم، پار برهم وغيره. آتما انهن سڀني کي پار ڪندي مٿي وڃي ٿي. انهيءَ مضمون کي مولانا روم صاحب هيئن بيان ڪن ٿا.

”چون شوي محرم ڪشائسم با تولب،
تا به بيني آفتاب نيم شب.“

جيڪڏهن تون آديءَ واهه جو سورج ڏسين ٿو ته مونسان پلي ڳالهيون ڪر، پر جيڪڏهن نٿو ڏسين ته مونکي ضرور به ڪانهي ته توسان ڳالهيون ڪريان. ڪڏهن سورج به اڌ رو ڏسڻ ۾ آيو آهي؟ پاڻ فرمائين ٿا:

هن اَمرتسر جو بنياد ٻ، ڪونه وڏو وڻ هو. ان کي مانسروور ڪوٺيو يا اَمرتسر. مسلمان فقيرن هن کي "حوض ڪوثر" ڪري ڪوٺيو آهي. انهيءَ ۾ سنان ڪرڻ سان پنج تت، پنجويهه پرڪرتيون، ٽي گڻ، اَستول، سوکيم ۽ ڪارڻ ٽي شرير، من مايا، مطلب ته جيترا اسان جي آتما تي پردا آهن اهي سڀ لهي ويا. سڀ گناه ناس ٿي ويا. ٻاهرين پاڻيءَ کي طاقت ڪانهي جو پاپن جي ميل لاهي سگهي! الي پهچڻ سان نه روپ آهي نه رنگ، نه ديهه، نه من، نه مايا، دنيا ۾ اهڙي ڪا چيز ناهي جنهنجو مثال ڏيئي سمجهائي سگهجي. هيءَ دنيا جڙ (Material) آهي پر هوءَ جڙ نه آهي هتي آتما يا روح جو خيال هڪ تڪ لڳي ٿو. انهيءَ کان هيٺ من مايا جو راڄ آهي. ڪڏهن ڏهه ڏيهن خيال اندر لڳو ڪڏهن لڳو ٿي نه. هتي آتما جي تارا پاڻيءَ وانگر پتلي ۽ چمڪندڙ آهي پر هتي تيل وانگر هڪ تار آهي. پار ٻرهم ۾ نه من آهي نه مايا، نه پيرو نه جوان. تنهن ڪري الي نه مايا دوکو ڏيئي سگهيتي نه من.

الي انمت مول اڏول ڪنولا،
ڦول ڦر ڏر ڏسيءَ.
ٽلسي ٽار نهار سورت،
سئل سمت من بسيءَ.

انهيءَ تلاءَ ۾ هڪ ڪنول آهي جنهن جي ڪيفيت زبان بيان نٿي ڪري سگهي. جڏهن گورو رامداس صاحب جن اَمرتسر جو تلاءُ ٺهرايو تڏهن انهيءَ ڪنول جو نقل ٻ ٺهرايائون پر اُن ۾ اها طاقت (Power) نٿي اچي سگهي. انهيءَ ڪنول جي ڪيفيت ٿي عجيب آهي انهيءَ کي ڏسڻ سان گيان اچيتو نه مان آتما آهيان ۽ انهيءَ مالڪ جي سمنڊ جو قطرو آهيان.

ڏرگگن ٻور ابور پرکيءَ،
پکر پت پيڻوُ پيڻو کريءَ.

جيڪا ڌارا سڳند کان اچي رهي آهي اها ناد گ آسماني آهي، ڪلام الاهي آهي ۽ آتما واسطي وات آهي، ڏور آهي. انهيءَ کي پڪڙي انهيءَ جي پيان پيان وڃڻو آهي. انهيءَ ۾ ڪشش آهي اها آتما کي ڪشش ڪري اتي وٺي ٿي وڃي جتان ناد اچي ٿي يعني سڳند.

مالڪ هرهڪ انسان اندر آهي، چاهي هندو ٿي اندر وڃو چاهي مسلمان ٿي اندر وڃو. مالڪ ڪنهن خاص قوم جو ورثو ڪونهي. هوُ سدائين جاڳي پيو. اسين ننڊ ڪريون ٿا هو نٿو ڪري. جڏهن دروازو کڙڪائيندا ته هوُ توهانجو پردو کولي ڇڏيندو.

سر ساڌ سن سڏار جانو،
ڏيان ڌر جب تو ٿوا.
جنهن روپ ريک نه پيک ڪايا،
من نـــه مايا تن جوا.

هيٺئر آتما برهم ديس کي ڇڏي پار برهم يعني سن استان ۾ آئي. اتي مانسرووَر يا امرتسر جنهن کي رشي مني گنگا جمنا ۽ سرسوتيءَ جو سنگم يا پرياگ ۽ ترڪيٽي ڪوٺين ٿا، باهرين گنگا جمنا ۽ سرسوتي جتي ملن ٿيون اها ترڪيٽي نه، پر گنگا جمنا ۽ سرسوتيءَ مان سنتن جو مطلب، رجو، ستو ۽ تمو، اهي ٽي گڻ آهن. جتي اهي ٽئي گڻ جون ڌارائون ملي هڪ ٿين ٿيون اها ترڪيٽي آهي. گرو ناڻي جوي ٿي "ساچا امرتسر ڪاليا ماهين"

جنهن امرتسر ۾ سنان ڪندي مڪتي ملي ٿي اها اندر آهي، ٻاهر ڪٿي آهي؟ ٿين پاتشاهيءَ جي. يعني جڏهن

گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”نَوَ در ٺاڪي ڏاوت رهائي،
ڏسوين نج گهر واسا پائي.
اُٿي اَنهد شبد وڄي ڏن راتي،
گورمتي شبد سڻاونيٽا.“

هندو چاهي مسلمان فقير يا ٻين مذهبن جا سنت جيڪي به اَندر ويا آهن تہ اُنهيءَ رستي ٿان. سيني جي راهہ هڪ آهي. جنهن وقت آتما ڇهہ چڪر چڙهي، وجود خالي ڪري سنئين آسمان ڏي ڀڄي ويئي، اها شبد ڌن جنهن کي مون ”مرلي“ ڪوليو آهي انهيءَ جي لذت يا سواد پائي، من کي ڇڏي ڏئي. آتما آزاد ٿي ويئي. اِهائي دوا آهي جنهن جو بيان ڪامل فقيرن ڪيو آهي.

سمر سنيل ليل اپيل پيليءَ،
ڪيَل ڪل لڪ پريُ.
نت نيم پريم پيار پيئہ ڪر،
سرت سج پل پل پريُ.

اَڪين ڪان مٿي چڙهڻ مشڪل ڪونهي. اِها قدرتي راهہ آهي. اَڄ جي ڪانهي. جڏهن ڪان وٺي دنيا ٺهي تڏهن ڪان وٺي آهي. ان واسطي فقط پاڪ ۽ پوتر زندگيءَ ۽ اڀياس جي ضرورت آهي. جيڪڏهن هردو نرمل آهي تہ آتما هڪدم اَندر هلي ٿي وڃي. آتما اندر وڃڻ واسطي نيڪ اخلاق هجڻ ضروري آهي. آتما انهيءَ پريتم جي عاشق آهي انهيءَ ڪري نند ۾ چاهي جاڳندي هلندي چلندي، اٿندي وهندي، انهيءَ مالڪ جو ذڪر يا يادگيري هجڻ گهرجي. ”دست بہ ڪار دل بہ يار“

# ستسنگ جا وچن - (١٦)

پرم سنت للسي صاحب جي گهٽ راماڻ مان
پيد پند ۽ برهمنڊ جو

سورٺا : سرت بند سنڌ ملاپ،
آپ آڌر چڙه چاکيا.
پاکا پور پيان پيڌ،
پان گور ست لکا.

للسي صاحب جن چون ٿا ته منهنجي آتما يا روح جو ٽڙو اٿيءَ مالڪ جي سمندر ۾ ملي ويو. منهنجو مالڪ سان ميلاپ ٿي ويو. ڪنهن جي ڪرپا سان؟ مرشد ڪامل جي، پوري ستگوروءَ جي. جيڪي اندر ڏسان ٿو سوئي ٻوهان کي ٻڌايان ٿو. ٻڌيءَ ۽ ودبا بل سان ڪونه سوچيو اٿر. نڪو ڪتابن ۽ پوٿين ۾ پڙهيو اٿر ۾ اهو ٿو ٻڌاياٿو جيڪي پاڻ ڏٺو اٿر.

ست سرت سمجهه سهارساڌو،
نرگ نت نين رهو.
ڌن ڌڌڪ ڌير گنيير مرلي،
مرم مڪ مارگ کهو.

هاڻ سمجهائي ٿو ته ڪيڙي رستي اندر ويس. سڀ کان پهرين پنهنجي خيال کي اکين جي پٺيان ڪٺو ڪيم. اهو ته معمولي آدمي ۾ جاڳي ٿو. جڏهن سڄي سرير مان سرت سميٽجي اکين وٽ آئي، وجود خالي ٿي ويو ۽ پوءِ سرير اهڙيءَ طرح پئي ڏسڻ ۾ آيو جيڙو پرالو مردو.

روني كاون هار،
كائيگا كيون كر هيرا.

هيري كاڻ ڪري انسان مري وڃي ٿو. جيڪو روئي کائيندڙ آهي تنهن کي کاڻ لاءِ جي هيرو ڏيو ته ٿو ڇي وٺندو. ساڳيءَ طرح جيڪي دنيا جي وشيه وڪارن ڏي لڳي رهيا آهن انهن جي من کي "نام" ڪوڙو ٿو لڳي ڇو ته هو تن لئه انهيءَ سان موت (وشيه وڪارن جو ڇڏڻ) ايندو. پر نا انهيءَ موت جي، ملندو ڪجهه به ڪونه.

انـڌا هـوئي نيڪ،
بند کا پت جو کاوئي.
مليا گـر کي بـاس،
بـانس پر نهين سماوئي.

فرمائين ٿا ته جيڪي وڻ، چندن جي ويجهو هوندا آهن انهن ۾ چندن جي خوشبوءِ اچي ويندي آهي يعني چندن ٿي ويندا آهن پر انهي جو وڻ ۽ بانس جو وڻ اهي ٻئي اهڙا ئي رهندا آهن يعني چندن نه ٿيندا آهن. ساڳيءَ طرح جيڪي آدمي وشيه وڪارن ۾ ڦاٿا آهن، سي اندر ڪونه چڙهي سگهندا ۽ نڪو ڏن پڌي سگهندا. پوءِ اهي کهڙيءَ طرح چندن يعني سنت ٿيندا.

پاٿو پارس ڪيا ڪري،
جو لـوها کوٽـا هويه.
ستگور سبڪو ديت هين،
ليـتا نـاهين ڪويه.

جيڪڏهن لوهه ئي ڪوڙو آهي ته پارس جو کهڙو ڏوهه؟ سو جيڪڏهن سک جو هردو ملين آهي ته گورو ڇا ڏيندو؟ بس اتروني ڪافي آهي. راڌا سوامي.

... ڏارا وانگر آهي جا تني تني ...
کان جدا نٿو لڳي. اها ليل جي ڏني، لڳا پد
هن دنيا ۾ اسٿول مايا آهي جا اندر وچ تني کارڻ
۾ سوکيم مايا آهي الي ڪجھ آرام آهي. برهم ۾ ووي
مايا آهي. جڏهن بار برهم ۾ پهچبو ته الي ورلي، ليل جي
ڏارا والگر اکيو ليو وڃي. جڏهن سچ کنڊ ۾ پهچبو ته الي
سهج سماڌي آهي. ڏيان سڄيءَ معنيٰ ۾ هڪ ٽڪ اليٽي
لڳي ٿو.

پلٽو ٽن من وارئي،
اسا ڪوءِ.
ملي جو گگن ڪي،
ڏن آئي جو گور ديو.
ســـو ميرا

فرمائين ٿا ته جيڪڏهن اهڙو ستگرو ملي وڃي جو گگن
يعني آسمان جي ڏن ٻڌائي، ٻڌءِ ڪٽي هو ڪهڙي ۽ مذهب
يا ڏوم جو هجي، ته الهيءَ کان ”نام“ ونو ۽ انهيءَ تان من
تن قربان ڪري ڇڏيو.

ستگور سب ڪوديت هين،
ليتا نـــاهين ڪويه.
ليتا نـــاهين ڪوءِ،
سيس ڪو ڏريءَ اُتاري.
وهي شخص ڪو ملي،
مريُ ڪي ڪريُ ليارِي.

.ليا مرڻ چاهيئي لتي بر مرڻ ٻيا ڪڏهن ملـ
ت. ٻڌءِ هو (ستگرو) ڏين ڪنهن کي؟ جي انسان
ڻ لاءِ ليار ٿئي، ته هو ته ڏيڻ لاءِ ليار آهن.

ڪڙو بهت ستنام،
ديکت ڪيءِ ٻريءَ سريرا.

سو ميرا گور ديو،
سيوا مين ڪرهون واڪي.
شبد ۾ هي غلطان،
اوستا ايسي جا ڪي.

فرمائين ٿا ته جيڪو شبد ڏن ٻڌارائي ۽ شبد ڏن پاڻ
ٻڌندو هجي سچو ستگورو آهي. سوامي جن ٻه ائين ٿي
[illegible] ٿا.

. سنت نہ ليرت ڪندا آهن نڪو ورس رکندا آهن ۽ اڪو سنتن ۾ انهن لاءِ چاهہ ني آهي، چاڪاڻ نہ جيترا بہ لبرت آهن سنتن جي پرتاپ سان ني بڻيا آهن. اهي سنتن جي ڪرپئي پورا ٿين ٿا. سنت واسد ڏيهن نام جي ڪمائي ڪن ٿا، نام جو دان ڏين ٿا ۽ نام جو اپڪار ڪن ٿا. تهن هوندي بہ هو پنهنجو بوجو ٻئي ڪنهن ائي نہ ٿا وجهن پر پاڻ ئي ڪئن ٿا. هاڻ، انهن کان الم ۽ اوچ ڪير ٿي سگهندو؟ ڪير بہ نہ. هنن جو پاپ ۽ پنم سان ڪهڙو واسطو؟ هو جيڪي ڪن ٿا تهن ۾ ڪابہ اڇا نہ ٿا رکن. تهن ڪري سنت اوچ ۾ اوچ آهن.

نـــا چاهين بـڌڪنـتـ،
نـــہ آوا ڪـــون نـــوارا.
سانت سـورگ اپـورگ،
ڏيچ سـم نـاهہ بـچارا.

سنت نہ وڪنٽ ٿا گهرن نہ مڪتي ٿا گهرن. هو انهن کي لچ ٿا سمجهن.

پلٽو چاهي هر ڀڳت،
الـسا مـتـا هـمار.
سنت نہ چاهين مڪت ڪو،
نهيـن پـدارٿ چـار.

هو مالڪ کان اهو ٿي منگن ٿا تہ اي مالڪ! اسانکي ڪون ٿي گهرجين. جيڪڏهن مالڪ ملي وڃي تہ پوءِ ٻيو ڇا گهرجي؟ "ڪجهہ بہ نہ."

ڏن-آنيءَ جو گگن کي،
سو ميرا ڳـــور ديو.. -

غلطي ڪئي اٿيئي! جيڪڏهن تون چئين ها ته هتي ڪٽڪون
به هجن ها، اَنب به هجن ها. پر هاڻ ته، تنهنجي مرڻ کان
پوءِ هت اَنب به ٿيندا، ڪٽڪون به ٿينديون ۽ نهرون
وهنديون. اچ اِلي وڃي ڏسو! پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته
مالڪ جي گهر جي ڪاروبار سنت ٿي هلائين ٿا ۽ هو جيڪي
چاهين سو ڪري سگهن ٿا.

سنت نه چاهين مڪت کو،
نهين پدارٿ چار.

ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش! اهي چار پدارٿ آهن.
سنتن کي انهن جي چاهنا ڪونهي.

نهين پدارٿ چار،
مڪت سنتن کي چيري.
رڌ، سڌ پر ٿُوڪين،
سورگ کي آس نه هيري.

فرمائين ٿا ته رڌيون ۽ سڌيون من جون طاقتون آهن.
سنت انهن کي ٺوڪاري ٿا ڇڏين. سنتن جي پٺيان انهن
کان گهڻو مٿي آهي. سرڳ کي ته هو نهارين به ڪو نه ٿا
چاڪاڻ ته سرڳ ۾ "نام" ڪونهي ۽ سچي خوشي ڪونهي.
اِلي جا سک پوڳي وري جنم مرڻ ۾ اچڻو پوندو. سرڳ
فرسٽ ڪلاس جي گاڏي وانگر آهي جڏهن منزل مقصود
جي سٽيشن آئي ته ان گاڏي مان لهڻو ٿي پوندو.

تيرٿ ڪرهن، نه برت؛
نهين ڪڇ من ۾ اڇا.
پنڊ تيج پرتاپ؛
سنت ڪو لڳيءَ انڇا.

ڀاڙ، ڪروڙين ديس انهيءَ ۾ آهن. جڏهن اُما اندر ويندي ته انهيءَ اَک جي پتليءَ مان لنگهي ويندي. اها جيڪا پتلي آهي سا تمام باريڪ ۽ ننڍي آهي پر انهيءَ مان سڄو جهان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو سنتن جوئي ڪم آهي جو هو راڳيءَ کي پرسن ڪن ٿا. پرميشور جي گهر ۾ جا ڪارروائي ٿي رهي آهي اها سنتن ٿي ڪن ٿا. جي مرضي پوين ته ڪنهن کي وٺي وڃن، جي وٽين ته ڪنهن کي ڇڏي وڃن.

پلٽو گهر ۾ رام ڪي،
اور نه ڪرتا ڪوءِ.
رام سميپي سنت هين،
وي جو ڪرين سو هوءِ.

جڏهن گرو گوبند سنگهه صاحب مالوي ويا تڏهن اتي ڪٽڪ ڪرڻ ٿيندي هئي، جو ٻه ٽيا ٿيندا هئا. اتي ميدن ڪرڻ پرالدو هو تنهن ڪري سڄو علائقو اُجاڙ هو. اتي جي ماڻهن گروجن جي تمام چڱي شيوا ڪئي. انهيءَ برار قوم جي سردار جو نالو ڏلا هو. هڪ دفعي ڪنهن ميدان ۾ فقط اَڪ جا وڻ هئا. انهن ڏانهن اشارو ڪري گرو صاحبن ڏلي کي چيو ته ڀائي ڏلا، ڏس! ڪهڙا نه سهڻا اَنب لڳا پيا آهن. ڏلي جواب ڏنو ته هي اَڪ آهن. گرو صاحبن چيس ته تون چئه ته هي اَنب آهن. ڏلي چيو ته مان هن کي اَنب ڪيئن چوان جڏهن آهن ئي اَڪ؟ وري هڪ ٻئي هنڌ ڪاليءَ (جهنگلي ٻوٽي جو قسم) نالي ٻوٽا لڳل هئا. گرو صاحبن انهن ڏانهن اشارو ڪري چيو ته ڪهڙي نه سهڻي ڪٽڪ بڻي آهي! ڏلي چيو ته ڪالي آهي! گرو صاحبن چيس ته تون چئه ته ڪٽڪ آهي! ڏلي چيو ته مان ائين ڪيئن چوان؟ هيءَ ڪالي آهي! تنهن تي گرو صاحبن چيس ته ڏاڍي

پهاڙي علائقن ۾ انهيءَ کي ”اوپرا“ چوندا آهن. اسانجي علائقي ۾ انهيءَ کي ڀوت پريت چوندا آهن. جڏهن نام ورتل جي ويجهو جمدوت به نٿو اچي سگهي ته پوءِ ڀوت پريت کي ھنن جي ويجهو اچڻ جي ڪهڙي مجال آهي؟ جنکي اها بيماري هوندي آهي لن لاءِ بي سمجهه آدمي جهاڙ پڙهڻ وارا گهرائيندا آهن جي اچي واس ڌوپ جو ڌونهون ڏيندا آهن ۽ جهاڙ ڦوڪ ڪندا آهن. نام ورتل جي ويجهو ڪو به ڀوت يا جن نٿو اچي سگهي. سنتن جي ستسنگين کان ڊيوتائن کي ڇا وڻو آهي؟ هو ستسنگيءَ (نام ورتل) کان پري کان ئي ڊڄن ٿا.

راڪي پربت ڪرين،
ڪرين پربت ڪو رائي.
رام ڪي گهر ڪي بيچ،
ڦرت هيءَ سنت دهائي.

ٻڌايو ته سنت رائيءَ (ننڍڙو ڪڻو) کي پربت ڪيئن ٿا ڪن.

هڪ ستسنگي. حضور! گنهگار پاپين کي پهنجي گلي ٿا لڳائين.

مهاراج جي. نه نيڪ ناهي.

ٻيو ستسنگي. روح کي سڪند ٿا پهچائين.

مهاراج جي. اهو به ٺيڪ ناهي.

ٽيون ستسنگي. حضور! توهان جا راز توهين ڄاڻو.

مهاراج جي. اها ته سڀني کي ڄاڻ آهي. ٺيڪ جواب گهرجي. بس! ڪير جواب ڏئي ٿو؟ ٻڌو، من کي ماري تمام باريڪ ڪري اک مڇهان لڳهائو آهي: هيءَ جيڪا اک جي پتلي آهي انهيءَ ۾ وچر، اڳيان سڀ ڪجهه موجود آهي. ڪروڙين

رام سميپي سنت هين،
وي جو ڪرين سو هوي.

فرمائين ٿا ته سنت لئي پرميشور جي نزديڪ رهن ٿا. مولانا روم صاحب به ساڳي ڳالهه ٿو ڪري:

"هر ڪه خواهد هم نشيني با خدا،
گو نشين اندر حضور اوليا."

يعني جيڪو پرميشور کي يا خدا کي ملڻ چاهي انهيءَ کي گهرجي ته پورن اوليا الله يعني سنت کي ملي.

وي جو ڪرين سو هوي،
حڪم ۾ ان کي صاحب.
سنت ڪهين سوئي ڪرين،
رام نسا ڪرئي بالب.

پرميشور سنتن جي چٺي ۾ آهي. هو ڪڏهن به هنن جي چٺي کان ٻاهر نٿو وڃي. هن کي سنتن جي چٺي کان ٻاهر وڃڻ لئي ڪوڻهي. جيڪڏهن سنتن جي چٺي کان مالڪ ٻاهر وڃي ته ڪوبه جيو مالڪ کي ملي نه سگهي. مالڪ جيڪڏهن ڪنهن کي ملندو ته گورو جي معرفت ئي ملندو. جي انسان گوروءَ کي نه ڳڻيندو ته مالڪ کي به نه ڳڻي سگهندو.

رام ڪي گهر ڪي بيچ،
ڪام سب سنتيءَ ڪرئي.
ديولسا ليلتس ڪوٹ،
سنت سي سب هي ڊرئي.

ڪيترن ڳالهن کي ليوڪوريا يا هسٽريا جي بيماري ليندي آهي. ان جي دماغ تي اثر پوڻ ڪري لتبجو اهو نڪرندو آهي جو اهي ڳالهيون چرين جهڙا نمونا ڪنديون آهن.

سنتن جو اهو وچار آهي ته انهيءَ کي پرچيو جيڪو سيني کان اُتم ۽ اوچ آهي. فرمائين ٿا ته اچو ڳولا ڪريون. هاڻي سڄي سرشٽيءَ ۾ ٽيٽيهه ڪروڙ ديوتائون آهن، انهن ۾ ڪير اوچ آهي؟ اڳيان هلي ٻڌائين ٿا:

سب ڪيا کندن ڪيا،
کوج ڪي تين نڪارا.
تينون مين دوئي صحيح،
مکت ڪا ايڪ دوارا.

ٽيٽيهن ڪروڙن مان ٽي چونڊي ڪڍيا ويا، برهما، وشنو، شو. وري انهن مان ۾. آخرين ٻن مان هڪ يعني وشنو. ونڪت جي مڪتي سيني مڪتين کان وڏي آهي ۽ اها وشنو جي هٿ ۾ آهي.

هرڪو ليا نڪار بهر،
تن منتر بچارا.
هرهين گن کي بيچ،
سنت هي گن سي نيارا.

پوءِ ڏٺو ويو ته وشنو جا ٽي گڻ آهن. "رجو، ستو، تمو". هڪ طاقت پيدا ڪري ٿي، ٻي پالي ٿي ۽ ٽين ناس ڪري ٿي. فرمائين ٿا ته هؤ به ٽن گڻن ۾ آيل آهي ليڪن سنت ئي آهن جيڪي انهن ٽن گڻن کان مٿي آهن.

پلٽو پرٿميءَ سنت جن،
دوجيءَ هين ڪرتار.
بڙا هوئه تيهه پوجئي،
سنتن ڪيا بچار.

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته پوڄا جي لائق فقط سنت ۽ اڪال پرک يعني واهگرو آهي.

ٿي پوندو آهي، ساڳيءَ طرح سنت انسان کي نامُ ڏيئي پنهنجو روپ بنائي ٿا ڇڏين.

رائي کها سمير آجيا گج راج چڙهائي،
تلسي هوئيگا ريڊ سرن کي پنج بڙائي.

پاڳوٺ ۾ هڪ پراڻي کٿا آهي. هڪ دفعي هڪ ڪمزور ٻڪري ڪنهن جهنگل ۾ رهندي هئي. شير انهيءَ جهنگل جو راجا هو. هن ان ٻڪريءَ ٿي دبا آڻي ڪيس آزاد ڪري ڇڏيو ۽ اُلي جيڪي هاٿي رهندا هئا انهن کي چيو ته جڏهن پاڻي پيئڻ وڃو تڏهن هن ٻڪريءَ کي ۾ پاڻ سان ولي وڃي پاڻي پيئاري اچجو. هوءَ هڪ هاٿيءَ تي چڙهي پاڻي پي ايندي هئي. اهو سچو پرتاپ شرن وٺڻ جو آهي. اهڙيءَ طرح سنتن جي شرن وٺڻ سان، انسان ڪٺي مان پهاڙ ۽ رهندو مان تلسي يعني اُمج گتيءَ مان سنت پنجو پوي.

پلٽو جاڻن نيچ مين،
سي اوگن کي کان.
نام کي ري پرتاپ سي،
پيپي آن کي آن.

فرمائين ٿا ته مان سنتن جي ڪرپا سان نيچ مان اوچ ٿي پيو آهيان. مايا پاڇو آهي. اها ساڻ نٿي هلي، بلڪ اوگڻن جي کاڻ آهي. سنتن جي سنگت ۾ انسان جي ڪايا پلٽجو وڃي.

بڙا هوئي ڪيهه پوجئي،
سنتن ڪيا بچار.
سنتن ڪيا بچار،
گيان کا ديپڪ لينها.
ديوتا ليننس ڪوٽ نظر،
سب کو چينها.

جڏهن انسان نام جي وسيلي مٿي چڙهي ٿو تڏهن "ڪڇھ ايو" ٿيو پوي يعني هو بنھ نرالو ٿيو پوي.

پيبي آن ڪيءَ آن بڙي ڪي،
پاون پڙون ڳا.
ڪا بپورا ڪل ڏيل،
قول سنگ بڪتا مهنگا.

فرمائين ٿا تہ رواجي تيل نڪمو آهي رهٽي جو ٻہ ٽي سير ملي ٿو پر جڏهن انهيءَ ۾ گل وجهجن ٿا تہ ان ڪي قليل چٽجي ٿو ۽ پوءِ مهانگو وڪامي ٿو. ساڳيءَ طرح جڏهن انسان سنتن جي شرن وٺي ٿو ۽ ڪمائي ڪري ٿو تڏهن ان جو قدر ٿئي ٿو. هزارين پاپي، ڪامي ڪروڌي، چور ۽ ٺڳ، جڏهن سنتن جي شرن ۾ آيا تڏهن انهن جو قدر ٿيڻ شروع ٿيو.

سنت هين بڙي ديال،
آپ سم موڪو ڪينها.
جبسي پرنگي ڪيٽ،
سچا ڪچ ايسي ديٺها.

فرمائين ٿا تہ ڏسو سنتن جي ديا! انهن مونکي پنهنجو روپ بنائي ڇڏيو. سنت بنائي ڇڏيو. ڪيهن مهاتما چيو آهي:

"پارس اور سنت ۾ بڙو انترو جان،
وہ لوها ڪنچن ڪري وہ ڪرلي آپ سمان."

پارس لوهہ کي سون بنائي ٿو پر پارس نٿو بنائي سگهي، ليڪن سنت پارس يعني پنهنجو روپ بنائي ڇڏين ٿا. جهڙيءَ طرح گهريتري ڪيٽين کي پڪڙي ڪٽي ايندي آهي ۽ بيهرش ڪري ڇڏيندي آهي، پوءِ ان کي پنهنجي توج ۽ خيال سان طاقت ڏيئي، ان جي چوڌاري ڦيريون پائي يون يون جو آواز ڪندي آهي، نتيجو اهو نڪرندو آهي جو هنڪي پنهنجو روپ بنائي ڇڏيندي آهي يعني اهو ڪيٽون بہ گهريتري

رشي، مني ۽ مهاتمائون ٿي گذريا آهن انهن سڀني جو رستو ساڳيو ڪونه هو ڇا؟ ضرور، انهن سڀني جو رستو ساڳيو ئي هو. وري اهڙن ڪان جي پڇجي ته ته پاڻي ٻڌايو ته ٻيو رستو جيڪو چٽو لڀا اهو ڪهڙو آهي؟ ته انهن وٽ جواب ئي ڪونهي. جڏهن سڀ سنت ۽ مهاتمائون نام جي ڪمائي ڪري آندو ويا آهن پوءِ اسين ڪيئن چئون ته (نام ڪانسواءِ) ڪو ٻيو رستو آهي.

ڪوٽين ڪريءَ اُپايه،
پنڪ سگريءَ سي آوي.
سنت دواريءَ جايه،
نام ڪو گهر ڪب پاوي.

ڪروڙين ڪئي اُپاءَ ڪريو پر پنهنجي اصل گهر وڃڻ لاءِ بنا سنتن جي ڪو به اُپاءَ ڪارگر نه ٿيندو. جڏهن سنتن وٽ ويندا تڏهن ئي راهه ملندي.

پلٽو يهه هيءَ پران،
پر آد سيتي آو انت.
سنت سنيهي نام هيءَ،
نام سنيهي سنت.

پلٽو صاحب جن فرمائن ٿا ته پچاڙيءَ جي هم ناٿين اهو ئي رستو آهي ٻيو ڪو به ڪونهي.

نام ڪي ري پرتاپ سي،
پيي آن ڪيءَ آن.

فرمائن ٿا ته نام جي پرتاپ سان لسان "ڪجهه ٻيو" ٿيو پوي. ٻيو شاه فرمائين ٿا:

"هن مين هوگيا هور نا هرو."

جڏهن انسان نام جي وسيلي مٿي چڙهي ٿو تڏهن ”ڪجهه ٻيو“ ٿيو پوي يعني هو ٻيءَ نرالو ٿيو پوي.

پيي آن ڪيءِ آن بڙي ڪي،
پاون پڙون گا.
ڪا بپورا تل ٽيل،
ڦول سنگ بڪتا مهنگا.

فرمائين ٿا ته رواجي تيل نڪمو آهي رهڻي جو ٻه ٽي سير ماي ٿو پر جڏهن انهيءَ ۾ گل وجهجن ٿا ته اُن کي ڦليل چئجي ٿو ۽ پوءِ مهانگو وڪامي ٿو. ساڳيءَ طرح جڏهن انسان سنتن جي شرن وڃي ٿو ۽ ڪمائي ڪري ٿو تڏهن ان جو قدر ٿئي ٿو. هزارين پاپي، ڪامي ڪروڌي، چور ۽ ٺڳ، جڏهن سنتن جي شرن ۾ آيا تڏهن انهن جو قدر ٿيڻ شروع ٿيو.

سنت هين بڙي ديال،
آپ سم ڪوڪو ڪينها.
جيسي ڀرنگي ڪيٽ،
سچا ڪيچ ايسي ڏينها.

فرمائين ٿا ته ڏسو سنتن جي ديا! انهن مونکي پنهنجو روپ بنائي ڇڏيو. سنت بنائي ڇڏيو. ڪنهن مهاتما چيو آهي:

”پارس اور سنت ۾ بڙو انترو جان،
وه لوها ڪنچن ڪري وه ڪرلي آپ سمان.“

پارس لوهه کي سون بنائي ٿو پر پارس نٿو بنائي سگهي. ليڪن سنت پارس يعني پنهنجو روپ بنائي ڇڏين ٿا. جهڙيءَ طرح گهريتري ڪيٽين کي پڪڙي ڪٽي ايندي آهي ۽ بيهوش ڪري ڇڏيندي آهي، پوءِ اُن کي پنهنجي توجه ۽ خيال سان طاقت ڏيئي، ان جي چوڌاري ڦيريون پائي ڀون ڀون جو آواز ڪندي آهي، نتيجو اهو نڪرندو آهي جو هنکي پنهنجو روپ بنائي ڇڏيندي آهي يعني اهو ڪيٽون به گهريتري

رشي، مني ۽ مهاتمائن لئي گذريا آهن انهن سڀني جو رستو ساڳيو ڪونه هو ڇا؟ ضرور، انهن سڀني جو رستو ساڳيو ئي هو. وري اهڙن ڪن جي پڇجي ته ته پاڻ ئي ٻڌايو ته اهو رستو جيڪو جڳ لئا اهو ڪهڙو آهي؟ ته انهن وٽ جواب ني ڪرنهي. جڏهن سڀ سنت ۽ مهاتمائن نام جي ڪمائي ڪري اڳدر ويا آهن پوءِ اسين ڪيئن مڃون ته (نام ڪانسواءِ) ڪو ٻيو رستو آهي.

ڪوٽن ڪريءَ اُپايه،
پنڌ سگريءَ سي آوي.
سنت دواريءَ جايه،
نام ڪو گهر تب پاوي.

ڪروڙين ڪٽي اُپاءَ ڪريو پر پنهنجي اصل گهر وڃڻ لاءِ بنا سنتن جي ڪو به اُپاءَ ڪارگر نه ٿيندو. جڏهن سنتن وٽ ويندا تڏهن ئي راهه ملندي.

پلٽو پهه هيءَ پران،
پر آد سيتي آو انت.
سنت سنيهي نام هيءَ،
نام سنيهي سنت.

پلٽو صاحب جن فرمائن ٿا ته ٻپاڙيءَ جي دم ثانين اهوئي رستو آهي ٻيو ڪو نه ڪرنهي.

نام ڪي ري پرتاپ سي،
ٻيبي آن ڪيءَ آن.

فرمائن ٿا ته نام جي پرتاپ سان انسان "ڪڇهه ٻيو" ٿيو پوي. ٻلي شاهه فرمائين ٿا:

"هڻ مين هوگيا هور دا هور."

# سنت سنگ جا وچن- (١٥)

## پلٽو صاحب جون ڪنڊليون

سنت سنيهي نام هيءَ نام سنيهي سنت،
نام سنيهي سنت نام کو وهي ملاوين،
وي هين واقفڪار مان کي راه بتاوين.

نام سنتن وٽ آهي. سنت ئي نام جي راهه ٻڌائين ٿا.
سنتن جي دڪان تي فقط نام جو واپار ٿيندو آهي.

جپ تپ تيرٿ،
برت ڪريءِ بهتيرا ڪوئي.
بنا وسيلا سنت نام سي،
پيئنت نه هوئي.

ڪروڙين ڪٽي جپ تپ ڪرڻ، جڏهن اندر وڃي وجهڻ وارو ساڃ ڪرڻي نه ٻوءِ ڪهڙيءَ طرح وڃي سگهبو؟ سنتن جي مدد ڪانسواءِ ڪير به اندر نٿو وڃي سگهي. پر دنيا چوي ٿي ته سنتن جي ڪابه ضرورت ڪانهي. اهڙن ماڻهن کي ڇا چئجي؟ اهڙا ماڻهو گهٽائيءَ ۾ آهن، جيڪي چون ٿا ته گرنت صاحب گورو آهي. حقيقت ۾ ويدن شاسترن، گرنٿن ۽ پوٿين ۾ نام ڪوڻي پر نام جي تعريف آهي. اهڙيءَ حالت ۾ اندر وڃي وجهڻ وارو ڪير؟ ڪي ته ائين به ٿا چون ته مالڪ وٽ وڃڻ جي راهه ٿي ٻي آهي جنهن فقط مرڻ بعد وڃي سگهبو ۽ ساڃ ڪير به نه هلي سگهندو. اهڙن کان پڇو ته جيترا

ڏانهن ڌيان نہ ڏني٠٠من هن کي وشيءَ وڪارن ڏانهن ڪاهيو وڃي٠ جڏهن من جي چٽي ۾ اچي جورارن، لڳيون، وڪار ۽ ٻيا ڪرتا ڪرم ڪريتو لڏهن مرڻ جي وقت جمدوت اچي ان ۽ ڪس جونتا نہ پائي! هاي ڏ رمراء جي درٻار ۾ حساب ڏي٠ ڌرمراء هن جي ڪرتوتن جو چوٿو سندس اڳيان رکي ٿو ۽ انهن ڪرمن موجب هن کي ڪتي، ٻلي وغيره جي جوڻن ۾ موڪلي ٿو٠ هن جيو کي هيءَ ڦاسائڻ وارو ڪير آهي؟ هي ٻاٻا! جڏهن دشمن (من) جو چيو ڪجي ٿو تڏهن ڦاسي پوي!

راڌا سوامي ڪهت سنائي،
من ويري ڪو ميت ڪر٠

فرمائن ٿا تہ من سان لڙائي ڪري من کي قبضي ۾ آڻ٠ پوءِ هي تنهنجو ساٿي ٿي پوندو٠ گرو امرداس صاحب جن فرمائن ٿا تہ ”من هي نال جهڳڙا من هي نال ست٠٠٠٠٠٠٠“ اسانجو هن دنيا ۾ ڪير بہ دشمن ڪونهي٠ من جي چوڻ تي لڳي قومن جون قومون پاڻ ۾ لڙي تباهه ٿي ويون٠ هي لڙايون ۽ ظلم ڪير ڪرائيندو آهي؟ ”من“٠ بس پائي راڌا سوامي٠

ٿيون. دڪاندار دڪان تي ويٺي ويٺي سمرڻ ڪري سگهي ٿو. ڪسان هر هلائي ٿو، سندس من خالي آهي، سمرڻ ڪري سگهيٿو. جهنگل پاڻي (ضروري حاجت لاءِ) ويندي من خالي هوندو آهي، ان وقت به سمرڻ ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن اهڙي طرح سمرڻ ڪبو رهبو ته من ڪيئن ڪونه اندر ويندو؟ قصور اسانجو پنهنجو آهي، الزام گوروءَ تي لڳائيندا آهيون. وڏي افسوس جي ڳالهه آهي. جيڪو اڀاءُ گورو ٻڌائي ٿو ته توهين سڀ محبتون ڇڏي فقط شبد ۽ گوروءَ سان محبت ڪريو، اهو اسين ڪريون نٿا. پوءِ ملندو ڇا؟ هڪ زال هڪڙو ٻڪر ۽ هڪ باندر گهر ۾ پاليا هئا. هڪ ڏينهن هن گهر ۾ ڏايو ٻرٻر سان سنو ڪاڏو ٺاهيو ۽ بزار ۾ وڃي ڏڌ وٺڻ. باندر ڇا ڪيو جو هٿن سان پنهنجي نوڙي ڪولي سڀ ڪاڏو کاڌائين. پوءِ ٻڪر جي نوڙي کولي ڇڏيائين ۽ پاڻ ڪي واپس ٻڌي ڇڏيائين. ماني جڏهن واپس آئي ته ڏٺائين ته ڪاڏو سڀ ختم آهي ۽ ٻڪر جي نوڙي کلي پيئي آهي ۽ گهمي ڦري پيو. لڳي ٻڪر کي مارڻ! ڪو آدمي اهو تماشو ڏسي رهيو هو. تنهن چيس ته هي ٻڪر جو قصور آهي، سچو قصور هن باندر پلي مانس جو آهي. اهڙيءَ طرح هي من پنهنجو قصور ٻئي تي مڙهيندو آهي ۽ ڪنهن به طرح سان اندر وڃڻ نه ڏيندو آهي. جڏهن سڪ، گوروءَ جي حڪم مطابق وشين ۽ وڪارن جي محبت ڇڏي، هلندي چلندي، هر وقت پنهنجو خيال انترمک رکندو تڏهن من قابوءَ ۾ اچي ويندو، مالڪ ملي ويندو ۽ سڪ ائين ڪري نٿو!

ڪيون ڪر هوئي نباهه،
جم ڏکي کاوڻ ڦري.

فرمائين ٿا ته هي من جو چيو مڃي ٿو ۽ گوروءَ جي صلاح

پوڻ جنم جي خبر هوندي آهي پر جڏهن پاڻ ايندو آهي ته سڀ وسري ويندو اٿس. سو اهي ڦر ولي ڪال دنيا لاهي آهي، ته نه جيون کي هن دنيا مان ولي وڃڻ سنتن لاءِ مشڪل نه ٿي ها. پر هو قانون ٽوڙڻ نٿا چاهن. جيڪي پريم ۽ وشواس سان وٺن ٿا انهن جو پردو کولي ڇڏين ٿا. جيڪر نه اچي ان جي مرضي! جيڪر من جو ڇيرو مٽي لو سو گوروءَ جو ڇيرو نه مڃيندو، پوءِ گرو هن کي ڇا ڏئي؟

من مت ڇوڙي نـاهين،
گورو ڪو دوش لگاوهين.

من جي مڃيس، من جو پيار نه هي جڏي نٿو پوءِ ڇرپٽو نه مون کي ويهه سال نام ورلي ليا آهن اندر چٽڪ پر نه ڏئي اٿم. چٽڪ پر ڏسڻ پر ڪيئن اچي؟ مون کي ان قسم جون گوٺيتي چليون اچن ليون. اهڙن ڪان جڏهن پڇجي لو نه پڇن لي ڪيترو وقت ٿا وٺو نه ڇرن ٿا اڌ ڪلاڪ! ڪي ڇرن ٿا منو ڪلاڪ! پوءِ ماندو ڇا؟ ڪلاڪ پر نه من ٽي نٿو ٽڪي. فرمائن ٿا نه أفسوس آهي! غلطي ۽ سنتي پيڻجي، إلزام گوروءَ تي! ڪرڻ ڇا گهرجي؟ پهرين اڌ ڪلاڪ، پوءِ ڪلاڪ، اهڙي طرح ڏيري ڏيري پڇن جو وقت وڌائي، ٻن اڍائي ڪلاڪن تائين پهچائڻ کپي.

گــور جو ڪهين أبـاءُ،
اس پر مــن بانـڌي نهين.

ستگرو ڇرن ٿا ته لون شبد سان پيار ڪر. اٿندي ويهندي، ستي جاڳندي، ڪاليندي پيئندي سمرن ڪر. پنهنجي ڪم جو ڪر نقصان نه ڪر. هٿن پيرن سان ڪم ڪر، من خالي نه رهي، ان سان نام جپ. ڏالون روٽي پچائيندي، جهاڙو پهاري لڳائيندي ۽ پيا ڪم ڪندي سمرن ڪري سگهن

ٿيون. دڪاندار دڪان تي ويٺي ويٺي سمرڻ ڪري سگهي ٿو. ڪسان هر هلائي ٿو، سڌس مڻ خالي آهي، سمرڻ ڪري سگهيٿو. جهنگل پاڻي (ضروري حاجت لاءِ) ويندي مڻ خالي هوندو آهي، ان وقت به سمرڻ ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن اهڙي طرح سمرڻ ڪبو رهبو ته من ڪيئن ڪونه اندر ويندو؟ قصور اسانجو پنهنجو آهي، الزام گوروءَ تي لڳائيندا آهيون. وڏي افسوس جي ڳالهه آهي. جيڪو اُپاءُ گورو ٻڌائي ٿو ته توهين سڀ محبتون ڇڏي فقط شبد ۽ گوروءَ سان محبت ڪريو، اهو اسين ڪريون نٿا. پوءِ ملندو ڇا؟ هڪ زال هڪڙو ٻڪر ۽ هڪ باندر گهر ۾ پاليا هئا. هڪ ڏينهن هن گهر ۾ ڏاڍو پريم سان سنو ڪاڏو ٺاهيو ۽ بزار ۾ وڃي ڏڏ ونڻا. باندر ڇا ڪيو جو هٿن سان پنهنجي نوڙي کولي سڀ ڪاڏو کاڌائين. پوءِ ٻڪر جي نوڙي کولي ڇڏيائين ۽ پاڻ ڪي واپس ٻڌي ڇڏيائين. مائي جڏهن واپس آئي ته ڏٺائين ته ڪاڏو سڀ ختم آهي ۽ ٻڪر جي نوڙي کلي پيئي آهي ۽ گهمي ڦري پيو. لڳي ٻڪر کي مارڻ! ڪو آدمي اهو تماشو ڏسي رهيو هو. تنهن چيس ته هي ٻڪر اي قصور آهي، سچو قصور هن باندر پلي مانس جو آهي. اهڙيءَ طرح هي مڻ پنهنجو قصور ٻئي تي مڙهيندو آهي ۽ ڪنهن به طرح سان اندر وڃڻ نه ڏيندو آهي. جڏهن سڪ، گوروءَ جي حڪم مطابق وشين ۽ وڪارن جي محبت ڇڏي، هلندي چلندي، هر وقت پنهنجو خيال انترمک رکندو تڏهن مڻ قابوءَ ۾ اچي ويندو، مالڪ ملي ويندو ۽ پرسک ائين ڪري نٿو!

ڪيون ڪر هوئي نباهه،
جم ڏکي ڪساوت ڦري.

فرمائين ٿا ته هي مڻ جو چيو مڃي ٿو ۽ گوروءَ جي صلاح

ٻين جنمن جي خبر هوندي آهي پر جڏهن ٻاهر ايندو آهي ته سڀ وسري ويندو اٿس. سو اِهي ڪرو ونئي ڪال دنيا ناهي آهي، نه نه جيون کي هن دنيا مان ونئي وڃڻ سنتن لاءِ مشڪل نه ٿئي ها. پر هو قانون ٽوڙڻ نٿا چاهين. جيڪي پريم ۽ وشواس سان ونڻ وڃن ٿا انهن جو پردو کولي ڇڏين ٿا. جيڪو نه اچي ان جي مرضي! جيڪڏهن من جو ڇرمجي تو سو گوروءَ جو ڇيو نه مڃيندو، پوءِ گورو هن کي ڇا ڏئي؟

من مٽ ڇوڙي ناهين،
گورو کو دوش لڳاوهين.

من جي محبت، من جو پيار نه هي ڇڏي نٿو پوءِ جريتو نه مون کي وِيهه سال نام ورتي ٿيا آهن اندر ڇٽڪ ۽ نه ڏٺي آٿم. ڇٽڪ ۽ ڏسڻ ۾ ڪيئن اچي؟ مون کي ان قسم جون گهٽيون ڇنيون اچن ٿيون. اهڙن کان جڏهن پڇجي ٿو ته پڇن ٿي ڪيترو وقت ٿا ويهو ته جون ٿا اڌ ڪلاڪ! ڪي جون ٿا منو ڪلاڪ! پوءِ ملندو ڇا؟ ڪلاڪ ۾ ته من ٿي نٿو ٽڪي. فرمائن ٿا ته افسوس آهي! غلطي ۽ سستي پنهنجي، الزام گوروءَ تي! ڪرڻ ڇا گهرجي؟ پهرين اڌ ڪلاڪ، پوءِ ڪلاڪ، اهڙي طرح ڏيري ڏيري پڇن جو وقت وڌائي ٻن اڍائي ڪلاڪن تائين پهچائڻ گهرجي.

گور جو ڪهين اُپاءِ،
اس پر من بانڌي نهين.

ستگورو ڇون ٿا ته لون شبد سان پيار ڪر. اٿندي ويهندي، ستي جاڳندي، کائيندي پيئندي سمرن ڪر. پنهنجي ڪم جو ڪو نقصان نه ڪر. هٿن پيرن سان ڪم ڪر، من خالي ٿو رهي، ان سان نام جپ. زالون روٽي پچائينديون، جهاڙو ٻهاري لڳائينديون ۽ ٻيا ڪم ڪنديون سمرن ڪري. سگهن

محل ماهين ڏس جائي،
گورمک کو روکين نهين.

فرمائين ٿا ته گروءَ کان رستو وٺي پوءِ پنيان نه نهار. جي گوروساڌ آهي ته انهي محل (سچکنڊ) ۾ ٽوکي ڪير به نٿو روڪي سگهي. جنهن سان گوروساڌ ناهي اهو اندر نٿو وڃي سگهي. پر جڏهن هي ٽو دروازا خالي ڪري پار برهم ۾ پهچندو تڏهن گورمک ٿيندو. گورمک ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي! جيڪو گورمک ٿيندو اهو ئي محل (سچ کنڊ) ۾ وڃي سگهندو. اهو ضروري شرط آهي!

هڪ پري مان پرور (هڪ پهاڙي ڳوٺڙو) ويس، الي جا مرد ۽ زالون تمام سڌا ۽ سادا آهن! جڏهن انهن کي نام ڏنم تڏهن ٿي چئن زالن جي جهٽ سرت چڙهي وئي يعني جهڙو هنن کي خيال ڏنو ويو اهڙيون ئي ويون. مگر اسانجو ڪهڙو حال آهي؟ جڏهن اسين (شهرن ۾ رهندڙ) پڇن لي وهون ٿا تڏهن جيڪي ڳالهيون ڪڏهن ياد به نه آيون هجن اهي ان مهل ياد اچڻ پون. هڪ جات چيو ته منهنجي کهاڙي خبر ناهي ڪٿ وٺي ويو آهي، ياد ئي نٿي اچي. جڏهن پڇن لي ويٺو ته جهٽ ياد اچي ويس ته ڪير وٺي ويو هو. جيڪڏهن لوهين من جي محبت جڏي ڏيو ته هڪدم آتما اندر هلي وڃي. ٻاهر جا خيال ئي من کي اندر وڃڻ نٿا ڏين. هي جنترا جپ تپ، پڙهڻ پاڙهڻ، پراڻايام وغيره آهن سڀ من جي روڪڻ واسطي آهن. جي من روڪجي وڃي ته ڪنهن چيز جي ضرورت ڪانهي.

منمک پڏڪا ڪاڪي،
چڙهه اُتري گر گر پڙي.

هاڻ جن کي نام مليو آهي پر من جي تابع آهن، اهي

موجود آهي. ڪهڙو؟ شبد سان آتما کي جوڙڻو يا ملائڻو. ويد الهي شبد کي ناد ڪوٺين ٿا ۽ رشي مني آڪاش واڻي. مسلمان فقير ان کي ڪلمو يا بانگ آسماني چون ٿا. گرو نانڪ صاحب جن ان کي گر واڻي، ڪيرتن يا سچ ڪوٺين ٿا. حضرت عيسيٰ (Christ) ان کي ورڊ (Word) چون ٿا. سنت فرمائين ٿا ته ڪجهه به نه ڄاڻ، فقط پنهنجي آتما کي شبد سان جوڙ. جيڪڏهن سڀئي هن اصول کي قبول ڪن ته ڪو به جهيڙو پيدا ئي نه ٿئي. هن اصول تي هلڻ سان سڄي دنيا ۾ شانتي قائم رهي سگهي ٿي. پر من انسان کي اندر وڃڻ ئي نٿو ڏئي. شبد لکڻ، پڙهڻ ۽ چوڻ ۾ نٿو اچي اهو Unwritten law & unspoken language آهي. سڀ ڪتاب ان جي مهما ڪن ٿا. پر هو ڪتابن ۾ ڪونهي، توهان جي اندر آهي. جڏهن توهين اندر ويندا تڏهن ملندو. چوراسي جي چڪر جي جيل خاني مان ڪڍي، مالڪ جي گهر پهچڻ جو اگر ڪو ذريعو آهي ته شبد.

ڳالهي شبد ڪواڙ،
کولو گرو ڪنجي پڪڙ.

فرمائين ٿا ته شبد جي دولت توهان جي اندر آهي. گرو ڪان ڪنجي يعني سچي گهر وڃڻ جي راهه وٺي ۽ محنت ڪري اندر پردو کوليو. توهان جي اندر ڪل مالڪ ويٺو آهي، ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ئي ناهي. سڄي جهان ۾ جيڪڏهن ڪا اَمر ۽ اَمر جوت آهي ته انسان جي جوت آهي. قرآن مجيد اندر لکيل آهي ته جڏهن خدا انسان جو بت تيار ڪيو ته سڀ کان پهرين فرشتن هن کي سجدو ڪيو. اهڙي ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا.

”اس ديهي ڪو سمرهه ديو،
سو ديهي ڀج هر ڪي سيو.“

انهن ۾ ڪونهي. سڀ مذهب لفظن کي پڪڙي وينا
جهڙي طرح ڪنهن ماڻهوءَ کي بک لڳي هجي ۽ هو
”روٽي“ ”روٽي“ پڪاري ته بک ڪونه لهندس، پر
روٽي کائيندو ته بک لهندس. ”الله الله“، ”رام رام“
”واهگورو واهگورو“ اهي فقط لفظ آهن، جيڪو سچو نام آ
اهو لکڻ پڙهڻ ۾ نٿو اچي.

ملي گور نام ڏن بيدي،
سرت ڏن ڏني سنگ پيڏي.

فرمائين ٿا ته جيڪڏهن ڪو سنت يا مهاتما، جو نام جي
ڏن جو واقف هجي، روحاني منزلن تي ويندو هجي، اڪال
پرک سان ملندو هجي، جيڪڏهن آدمي انهيءَ وٽ وڃي ته
هوُ ڪيس ڪهڙو اپديش ڏيندو؟ چوندس ته تنهنجي اندر
نام آهي، تون اندر وڃ، نام کي پڪڙي انهيءَ سان ميلاپ
ڪر. هو ائين ڪونه چوندو ته تون مذهب ڇڏ، قوم بدلاءِ،
گهر بار ڇڏ، پر ائين چوندو ته گهر بار ۾ رهندي تون
پنهنجي توجهه يا ڌيان شبد ڏانهن ڏي. بس اترو ئي ڪم
آهي. جڏهن روح نام سان لڳندو تڏهن شانتي اچي ويندي.
شيخ فريد صاحب فرمائين ٿا:

”فريدا شڪر کنڊ نبات گڙ ماکيون ماجها ڌڌ،
سڀي وستو مٺيان رب نه پڄن تُڌ.“

...د مٺي آهي، شڪر مٺي آهي، مصري مٺي آهي، گُڙ مٺو
...ي، ماکي مٺي آهي، کير مٺو آهي، پر اي مالڪ! جيڪو
...نجي نام ۾ مٺاڄ آهي اهو انهن ۾ ناهي.

ايڪتا نام اور نامي،
ڪراوين جو ملين سوامي.

...ي پورو ستگورو ملي وڃي ته سک کي نام جو ڀيد ڏئي
... روح کي اندر شبد يا نام سان ميلاپ ڪرائي ڇڏي...

وهام وخيال"
جو ويچار سڀئي انهن آهن ٻهتل آهن جبال سمنڊ مي گردد او
ذرمن قومن ۽ سڀ سي آهن جهڳڙا جيڪي ساجيڪي جيڪي سمت ڏرائين ٻهتل آهن انهن سيئي
لکير پڙهبو ته جيڪر نام لکير پڙهبو ساڳيو آهي. هي جيڪي جهڳڙا آهن سي سڀ قومن ۽ ڏرمن
جي اڳواڻن وڏا آهن. سر فرمائين ٿا ته جيڪر نام لکير پڙهبو
۽ ڳالهايو وڃي انهيءَ نام کي ورن آلمڪ چئبو آهي.

لکايک هيءَ پڙهي ڏن کا،
بنا گور قل نهين کن کا.

هاڻ فرمائين ٿا ته ڏن آلمڪ نام، لکي، پڙهي يا جئي
ٿو سگهجي پر ورن آلمڪ نام جي ذريعي ئي ڪو سچو سمت
يا مهالما سمجهائي سگهي ٿو، سڪ ساڳيءَ طرح، جيئن هڪ
آدمي پهنجي دل جو حال ٻئي آدميءَ جي دل ۽ زبان
رستي ئي پهچائي ٿو. اهو سچو نام اکين کان مٿي چڙهڻ بعد
مليتو. پر انسان کي اکين جي پسان ٻئر ڪپاٽ يعني مضبوط
پردو لڳائي، ٻاهر کڍيو ويو آهي. نه هي سنن ورت وڃي
، نه ڪمائي ڪري ٿو، نه سندس پردو کلي ٿو. آندو
ئي ٿو، آندو ئي هلبو وڃي ٿو. فرمائين ٿا ته جيڪر ڏن
آلمڪ نام آهي سو هندو، مسلمان، سک، عسائي ۽ سڀڪنهن
جي اندر آهي. پر هي ٻاهر ئي ٻاهر پيو ڦري. جيڪا دولت
مالڪ سندس واسطي محفوظ رکي آهي انهيءَ کي هٿ ۾
نٿو لائي، جهڙيءَ طرح ڪنهن جي گهر ۾ ڪروڙ رپيا پوريل
هجن پر هو گولي ڏ ۽ مسڪين ٿي رهندي ٿو وڃي. اهو نا
سڀني جي اندر آهي پر انهيءَ جو پيد ڪنهن اندر ۾ ويند
سنت کان ئي ملي سگهي ٿو، جيئن ڪنهن کي ڊاڪٽر
انجنيئر ٿيڻو هجي ته ان کي ڪنهن ڊاڪٽر يا انجنيئر وٽ
سکيا وٺڻ لاءِ وڃڻو پوي ٿو. اسانجا ڪتاب، قران، بائي
— ويد شاستر وغيره سڀ انهيءَ نام جي تعريف ڪن ٿا پر

ورنَ ڪهه چاهي ڪهه اکشر،
جو ٻولا جايس رسنا ڪر.
لکن اور پڙهن ۾ آيا،
اُسي ٻرن آتمڪ ڳايا.

نام ٻن قسمن جو آهي ”ورن آتمڪ ۽ ڌن آتمڪ“. جيڪ
اکي سگهجي، پڙهي سگهجي ۽ چئي سگهجي، اهو ور
آتمڪ آهي. اهو چئن قسمن جو آهي. پرا، پسنتي، مڌيما
بيکري. هڪ اهو جو واڻ سان چئي سگهجي، جيئن مان چئي
رهيو آهيان، يا جهرڪيون ڪانوَ ۽ ٻيا جانور ڪن ٿا، يا اسين
توهين پاڻ ۾ ڳالهايون ٻولهايون ٿا. ٻيو اهو جو ڳلي اندر
آهستي آهستي چئجي ٿو، ٽيون اهو جو دل ۾ چئبو آهي،
جنهن جي نه واڻ کي خبر نه ڳلي کي خبر. چوٿون اهو جو
يوگي ناڀيءَ (دن) ۾ ڪندا آهن. پر جيڪو نام مڪتي ڏئي
ٿو سو انهن چئن کان پري آهي. دنيا جا ڪتاب انهيءَ ڌن
آتمڪ نام جي ساراه ڪن ٿا پر سچو نام انهن ڪتابن ۾ نه
بلڪ توهان جي اندر آهي. جڏهن توهين اندر چڙهندا،
ڪام ڪروڌ وغيره ناس ٿي ويندا، اندر پردو کلي پوندو ۽
وشني پيدا ٿي ويندي ۽ توهانکي سچي شانتي اچي ويندي.
ي ڪائنات ۾ انسان اتم ۾ اتم پيدائش آهي. انهيءَ ۾ سڀ
هب ساڳئي ويچار جا آهن. مسلمان چون ٿا انسان اشرف
لوقات آهي، هندو چون ٿا نر نارائڻي ديهه آهي. جو
الڪ جيڪو راز انسان اندر رکيو آهي اهو ٻئي ڪنهن ۾
ي. گورو نانڪ صاحب ۽ ٻيا سنت فرمائين ٿا ته جيڪا
ت جي رچنا باهر آهي سا انسان جي اندر به آهي.
ن دَرياهه، پهاڙ وغيره سڀ اندر آهن. اهائي ڳالهه
م صاحب فرمائين ٿا:

ٻ اڃي نٿي سگهي. تنهن ڪري تونهان کي گهرجي ته جيڪر سنت يا مهاتما، اندر منزلن ۾ وڃڻ جي رستي، انهيءَ وقت وڃو. جڏهن هو تونهان کي رستو ڏيکاريندو، توهين محنت ڪندا تڏهن اندر وڃي سگهندا، سچي دنيا واسطي مالڪ جي ملڻ جو يا مڪتي حاصل ڪرڻ جو اهو هڪ ئي قانون آهي، جو اڄ نه، پر جڏهن کان دنيا ٿيي، تڏهن کان ولي هلندو ٿو اچي. اهو ڪنهن آدميءَ جو ٺاهيل ڪونهي پر خود مالڪ جو ٺاهيل آهي. اسين انهيءَ ۾ ڪا ٻدل سدل يا گهٽ وڌائي ئتا ڪري سگهون. اسان سڀني کي انهيءَ قانون انوسار ئي اندر وڃي مالڪ کي ملڻو آهي. جيڪي ڪجهه سوامي جي مهاراج جن چئي رهيا آهن ساڳي ڳالهه گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب، مولانا روم ۽ ٻيا سنت جيڪي مٿي کان مٿي منزلن ۾ پهتل آهن، اهي چون ٿا. پر جيڪي شريعت، ڌرمي اصولن ۽ مذهبي دائري ۾ پيل آهن مان انهن لاءِ ڪو نه ٿو چوان. جيڪا گرو نانڪ صاحب جن جي فلاسافي آهي اسين اڃا انهيءَ جي دروازي تائين به نه ويا آهيون. جيڪي ٻورن سنت آهن انهن سڀني جو طريقو هڪ ئي آهي جاڪاڻ ته هي Natural Science آهي ۽ انساني بنايل ڪانهي. جيڪڏهن انهيءَ فلاسافيءَ جو سڀ ڇڱيءَ طرح ابياس ڪن ته اڄ دنيا جي اندر ڪو به جهڳڙو نه هجي. پر جيڪا اندر Negative Power (ڪال شڪتي) آهي اها اهو ابياس ڪرڻ نٿي ڏئي. هيئنر نام جو ترئيه ڪنان ٿو.

حضور سوامي جي مهاراج جن فرمائين ٿا ته نام ڇا آهي؟ پاڻ ئي جواب ڏين ٿا ته نام ٻن قسمن جو آهي.

ورڻ ڌن آلمڪ گائون،

دوئـــو ڪا ڀيد درسائون.

# ست سنگم جا وچن۔ (۱۰)

## نام يا شبد جو نرنيہ (سار وچن - شبد ۱، وچن ۱۰)

نام نرنيہ ڪرون پائي، ڏڏا وڏ ڀيد ٻنلائي۔

اها طاقت جيڪا ساريءَ دنيا کي پيدا ڪري ٿي انهيءَ
کي سنت، نام يا شبد ٿا ڪوٺين. ويد انهيءَ کي ناد، رشي مني
انهيءَ کي **آڪاش واڻي**، ڪرائيسٽ (حضرت عيسيٰ) انهيءَ
کي Word ۽ مسلمان فقير انهيءَ کي **ڪلام الاهي**، بانگ
**آسماني** يا **اسم اعظم** ٿا ڪوٺين. گورو نانڪ صاحب جن
انهيءَ کي **گورباڻي** يا **نام** ٿا چون. اها بولي ناهي. بوليءَ
کي طاقت ناهي جو مڪتي ڏيئي سگهي. بولي هر ڪنهن
...وم جي جدا جدا آهي. جيڪا طاقت مڪتي ڏئي ٿي سا
...ڄيءَ دنيا لاءِ (universal) ساڳي آهي. اها طاقت هندن،
...لمانن، يهودين ۽ هر قوم ۽ هر مذهب جي انسانن جي اندر
...ب، گورو گرنٿ صاحب، ويد، شاستر ۽ ٻين مذهبي
...ابن ۾ انهيءَ جي مهما ڪيل آهي. پر اها طاقت خود
ڪتابن ۾ ڪانهي. اها طاقت توهان جي اندر آهي،
اها تمام باريڪ ۽ اونهي خيال مان سمجهڻ جهڙي ڳالهه
...ه مڪتي ڏيڻ وارو نام، لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ نٿو اچي پر
... unwritten law and unspoken lan... يعني اڻ لکيل
... اڻ ٻوليل ٻولي آهي. اسان جا ڪتاب جدا جدا
... آهن پر اها طاقت، ترڪي، فارسي، هندي،
...غيره ٻوليءَ ۾ ناهي. انهيءَ ڪري لکڻ، پڙهڻ

بڙ ياڪي ڪوئي بـرلا پريءي ،
تن يهہ نيامت ملي اتڪاير .

مالڪ اها نعمت هرهڪ جي اندر ۾ رکي آهي پر ڪو وڏن ڀاڳن وارو انهيءَ کي پائي! آهي ھر ڪنهن ۾ اندر.

راڌا سوامـــي ڪهت سنائـي ،
يهہ آرت ڪوئي گورمک گاير .

روحاني منڊلن تي متي چڙهي مالڪ سان ملڻ، انهيءَ کي آرس تا چون. هاڻ سوامي جن فرمائين ٿا ته انهيءَ منزل تي ڪو ورلو فقير ڪامل، عاشق صادق چڙهي! آهي سڀ ڪنهن اندر، هندو چاهي مسلمان، استري چاهي پرش، پر ڪو ڀاڳن وارو ان جو فائدو وٺيتو.

# سَتسنگہ جا وچن۔ (۱۰)

## نام يا شبد جو نرنيہ (سار وچن-شبد ۱، وچن ۱۰)

### نام نرنيہ ڪرون ڀائي، ڏڍا وڏ ڀيد بتلائي۔

اُها طاقت جنهن سڄيءَ دنيا کي پيدا ڪري ٿي انهيءَ کي سنت، نام يا شبد ٿا ڪوٺين۔ ويد انهيءَ کي **ناد**، رشي مني انهيءَ کي **آڪاش واڻي**، ڪرائيسٽ (حضرت عيسيٰ) انهيءَ کي Word ۽ مسلمان فقير انهيءَ کي **ڪلامِ الاهي**، **بانگِ آسماني** يا **اسمِ اعظم** ٿا ڪوٺين۔ گرو نانڪ صاحب جن انهيءَ کي **گورباڻي** يا **نام** ٿا چون۔ اها ٻولي ناهي۔ ٻوليءَ کي طاقت ناهي جو مڪتي ڏيئي سگهي، ٻولي هر ڪنهن قوم جي جدا جدا آهي۔ جيڪا طاقت مڪتي ڏئي ٿي سا سڄيءَ دنيا لاءِ (universal) ساڳي آهي۔ اها طاقت هندن، مسلمانن، يهودين ۽ هر قوم ۽ هر مذهب جي انسان جي اندر آهي، گرو گرنٿ صاحب، ويد، شاستر ۽ ٻين مذهبي ڪتابن ۾ انهيءَ جي مهما ڪيل آهي۔ پر اها طاقت خود انهن ڪتابن ۾ ڪانهي۔ اها طاقت توهان جي اندر آهي، هاڻ اها تمام باريڪ ۽ اونهي خيال مان سمجهڻ جهڙي ڳالهه آهي تہ مڪتي ڏيڻ وارو نام، لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ نٿو اچي ۽ يعني unwritten law and unspoken language اڻ لکيل قانون ۽ اڻ ٻوليل ٻولي آهي۔ اسان جا ڪتاب جدا جدا ٻولين ۾ آهن پر اها طاقت، ترڪي، فارسي، هندي، گرمکي وغيره ٻوليءَ ۾ ناهي۔ انهيءَ ڪري لکڻ، پڙهڻ

ٻڙ پاڪي ڪولي ٻرلا ٻريهي ،
تن پيھ نيامت ملي اڪاير .

مالڪ اها نعمت هرهڪ جي اندر ۾ رکي آهي پر ڪو وڏن ڀاڳن وارو انهيءَ کي پائي! آهي هرڪنهن ۾ اندر.

راڌا سوامي ڪهت سنالي ،
پهه آرت ڪولي گورمک ڪاير .

روحاني منڊلن تي متي چڙهي مالڪ سان ملڻ، انهيءَ کي آرس نا چون. هاڻا سوامي جن فرمائين ٿا ته انهيءَ منزل تي ڪو ورلو نشر ڪامل، عاشق صادق چڙهي! آهي سڀ ڪنهن اندر، هندو چاهي مسلمان، استري چاهي پرش، پر ڪو ڀاڳن وارو ان جو فائدو وٺي ٿو.

ڪيترا ماڻهو چوندا آهن ته نام ڪيڏي مهل جپيون، ڪم ڪار ۾ وقت ئي ڪونه ٿو ملي. اهو انهن جي من جو بهانو آهي. پوري گوروءَ جو ڏنل نام، ڪم ڪندي به جپي سگهجي ٿو. زالون روٽي تيار ڪندي به نام جپي سگهن ٿيون. نام جي ڪري ڪو به ڪم روڪجي ڪونه ٿو. اسانکي من جي ٺهاڻي کان بچڻ گهرجي.

درشن ڪرت پنڌ سڌ ڀولي،
گهر باهر سڌ ڪيا آيو.

فرمائين ٿا ته جڏهن آتما مٿي وڃي ٿي ۽ اندر گوروءَ جو درشن ڪريٿي تڏهن پنهنجي سرير جي ڪابه سڌ ڪانه ٿي رهي. پوءِ دنيا جي ڪمن ڪارڻ جي ڪيئن ياد گيري ٿيندي؟

ائسي سرت پريم رنگ ڀيني،
تن ڪي گت ڪيا ڪهون سنايو.

جڏهن روح اهڙيءَ طرح پريم جي رنگ ۾ رڱجو وڃي، انهن جي حالت ڪير سمجهي، ڪير ڄاڻي؟ جڏهن ڪرشن ڀڳوان گوپين کي سمجهائڻ لاءِ اوڌو کي موڪليو تڏهن هو گوپين کي اپديش ڪرڻ لڳو. گوپين اوڌو کي چيو ته وڃ، جڏهن جو تون گيان اسان کي ٻڌائڻ آيو آهين اسين انجو روپ ٿي ويون آهيون. مطلب ته اهڙن جو خيال هميشه نام ۾ لڳل رهيٿو، جيئن گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”اڪ پل ڪن بسرهه تون سوامي، لته جاڻهه برس پچاسا“

جوگ بيراگ گيان سڀ روڪي،
يهه رس ان ۾ ديکي نه تايو.

پريم جي اڳيان نه يوگ ڪجهه ڪري سگهيٿو نه ويراڳ، نه تياڳ. گوروءَ جي چرنن جي پريم جو درجو سڀني ساڌنن کان مٿي آهي. انهيءَ جهڙو آنند ۽ رس ٻيو ڪڏهن ۾ به ڪونهي.

جن پر ديا آد ڪرتا ڪي،
سو پيھہ امرت پيون چاھ.

جڏھن مالڪ جي ڌر درگاھ مان حڪم اچي ٿو تڏھن انسان کي پورو گورو ملي ٿو. انھيءَ جيڏو ٻيو ڀاڳ ڪونھي. انھيءَ جيڏي ٻي دولت ڪونھي. اھڙي دولت حاصل ٿئي، اھو ڇا ٿورو ڀاڳ آھي؟ اھا دولت آھي سڀ جي اندر ليڪن وڏن ڀاڳن وارن کي نصيب ٿئي ٿي.

ڪھان لگ مھما ڪھون اس گت ڪي،
ورلي گورمک چينوت تساھ.

فرمائين ٿا ته اھا نام روپي دولت سڀ کان اتم آھي. سڀ ڪنھن جي اندر آھي پر ورلي ڪو ڪير ٻا ڪامل مھاتما انھيءَ جو فائدو وٺي ٿو ٻيو ڪو ٻه نه. جھڙيءَ طرح ڪنھن ماڻھوءَ جي گھر ۾ لڪو رکيا پورو ٻل ھجن پر اھي جي ڪوئي نه ڪڍي، ته غريب ٿي رھجي ويندو. اھڙي حالت عام انسان جي آھي. فرمائين ٿا ته انھيءَ کي ڪو ورلي ڳولھي لھي ٿو.

بن گور چرن اور نھين پاوي،
اس آنند ۾ رھسي سمايہ.

جڏھن مٽيءَ جي جسم کي ڇڏي روحاني منزل ٿي ويا، گوروءَ کي ڀاڳ ۾ پرگوت ڪيائون اھن جو مالڪ سان پورو پيار ھو ٿار ٿيو. اھڙا ڪي دراپ مھاتمائون آھن. اھڙن جو ھر وقت سمھندي جاڳندي، دنيا جو ڪم ڪار ڪندي، سڪوروءَ جي چرنن ۾ ڌيان رھي ٿو. اھو آنند، اھا لذت، جي ھڪ واريءَ ماڻ وڃي ته دنيا جون سڀ تڪليفون دور ٿيو وڃن ۽ اھو نام جي آنند جو نشو ھميشه چڙھيو رھي ٿو. جيئن گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"نام خماري نانڪا چڙھي رھي دن رات."

تنهن ڪري اهو پيار پرماتما کي ئي پهچي ٿو. تنهن ڪري جڏهن گوروءَ سان پيار ٿي وڃي ته ڪنهن به ٻئي ڪرم ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. جهڙيءَ طرح سڀ نديا نديا زيور پيچائي هڪ ٿي هس (ڳچيءَ جو ڳهڻو) گهڙائجي ليڻ سگهه کي پنهنجو پيار سڀني مان ڪڍي فقط ستگوروءَ ڏانهن ڪرڻ جڳائي. پر اها ڳالهه ڏاڍي اهم آهي ۽ ڪو ورلي گورمک ڪري ٿو سگهي. گوروءَ جو پيار وڏي دولت آهي. جيستائين پنهنجو تن، من، ڌن، گوروءَ جي حوالي نه ڪبو تيستائين ڪجهه ڪو نه حاصل ٿيندو. جي سڀ پنهنجو سڀ ڪجهه گوروءَ کي اربي ڇڏي ته پرميشور سندس ساڻ ساڻ پيو ڦرندو.

پول پرم ہر سڀ جگ پہچنا،
اچرج بات نہ کاهہ سهاید.

فرمائين ٿا ته اها تمام عجيب ڳالهه آهي، اهم ۾ اهم ڳالهه آهي، تمام پياري ڳالهه آهي ته سڄي دنيا پليل آهي، سڀ انسان پليل آهن، انهيءَ اي ٻها نعمت کي، جيڪا هر ڪنهن جي اندر آهي، ڪير به حاصل نٿو ڪري.

پاگ هيڻ سڀ جگ مايا وس،
يهہ نرمل گت ڪوئي نہ پاید.

فرمائين ٿا ته هي اهم ڪاڻ اهم رستو هر ڪنهن آدميءَ جي اندر آهي پر سڄو جهان کوٽن ڪرمن ۾ ڦاٿو پيو آهي ۽ من، مايا ۽ اندرين جي وس آهي. مالڪ جي طرف اچيئي ڪو نه ٿو. جهڙي طرح جنهن کي بخار آهي تنهن کي مصري به ڪوڙي لڳندي آهي جيتوڻيڪ مصري ڪوڙي ڪانهي. ساڳيءَ طرح جن جي انتهڪرڻ ۾ ميل آهي انهن کي هن نرمل گت جو پتو ئي ڪونهي. مالڪ هيءَ دولت هر ڪنهن جي اندر رکي آهي، پر ٻها ڀاڳ نه ٿي ملي.

# ست سنگ جا وچن- (۹)

## ستگورو مهما (سار وچن- شبد ۱۳ وچن ۸)

ستگور سرن گهو ميري پياري،
ڪرم جڳات چڪاي.

حضور سوامي جي مهاراج جن جي باڻي آهي. فرمائين ٿا ته جيڪڏهن ڪوئي پوري گوروءَ يا ڪامل مرشد جي شرن ۾ ايندو ته تنهنجا سڀ ٻرا ڪرم ناس ٿي ويندا ۽ جنم مرڻ کان ڇٽي پوندين. پر شرن وٺڻ ڏاڍي ڏکي آهي. شرن وٺڻ معنيٰ گوروءَ ۽ پرماتما جي وچ ۾ ڪوبه فرق نه سمجهڻ، جا ڳالهه ڏاڍي ڪٺن آهي ڇاڪاڻ ته انهن ڪرڻ واري کي دنيا ڪافر ٿي ڪوٺي ۽ تهمت وڌي ٿي ڳالهائي. جڏهن ٻار ٻاڻ کي ماءُ جي گود ۾ ڇڏي ٿو ڏئي ته پوءِ ڪير کيس کهڙو ڦڪر؟ هوءَ سنان ڪرائي، هوءَ سنيارائي، کارائي ۽ پياري. جڏهن شش يا سک پنهنجو پاڻ گوروءَ جي حوالي ڪري ڇڏي، ته جنم ته هن شرن ورتي. ڪمائي ڪرڻ سولي آهي پر شرن وٺڻ ڏکي آهي. شرن ورتي ته گورو انگد صاحب جن، جڏهن کان گورو نانڪ صاحب جن وٽ آيا، وري واپس موٽي گهر ڪونه ويا. اها ڳالهه غور سان سمجهو ۽ سوچيو. جڏهن سک ستگوروءَ جي شرن ورتي تڏهن هن کي ته ڪمائي لاءِ وڃڻ جي ضرورت آهي، نه ورت رکڻ جي ضرورت آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن ڪرم ڪانڊ جي ضرورت آهي. سندس پيار گوروءَ سان لڳو آهي، گوروءَ جو پيار پرماتما سان لڳل آهي

گڏو جي نه پريم ۽ پيار وڌائي، ٽورو ڪاٽو ڪاٽي، ٽوري ننڊ ڪري ۽ راند جو جاڳي. سچي پريميءَ جي هردي ۾ هر وقت، سمرڻ، پڇڻ يا ڌيان، انهن ٽنهي مان هڪ ضرور هجڻ کپي. دنيا جا ڪم ڪندي زبان ۽ من لئي نام جو سمرڻ هجي. هاري هر هلائيندي سمرڻ ڪري سگهي ٿو، دڪاندار سؤدو توريندي سمرڻ ڪري سگهي ٿو. سمرڻ ڪانپوءِ ڌيان آهي. ڌيان ڪڏهن ايندو؟ جڏهن پيار هوندو ۽ سمرڻ هوندو يا وري شبد ڌن هوندي. روزگار ۾ ڪريو، گوروءَ سان پيار ۾ رکو. ڪيتراني دفعا، ڪاغذن تي ڪم ڪندي ڪندي منهنجي توجه (ڌيان) لڳي ويندي هئي ۽ ڪاغذ اٿيئي پيا هوندا هئا. جڏهن خيال ٻاهر ايندو هو ته ڏسندو هوس ته ڪم ختم ٿيو پيو آهي. باباجي مهاراج جن (پرم سنت حضور بابا جيمل سنگهه جي) آيا ۽ ڪم ڪري ويا. جي توهين توجه ڏيو ته ڪم پاڻيهي پيا ٿيندا، روڪجندا ڪونه. تنهن ڪري پڇڻ ڪريو ۽ گوروءَ جي موج ۾ رهو. جڏهن چاهيندو تڏهن توهانکي وٺي هلندو. بس ايترو ڪافي آهي.

سو ضرور لنندو، ويندي جيترين گراهڪين کانئون آهن، جيترا ٻڪ پاڻيءَ جا ڀيٽا آهن، ھيترا سواس ڪٽا آهن آهي سب مثر ليل آهن. جي انهيءَ حقيقت ۾ وشواس رکندا-سن ته جيڪي دک ابندا اهي صبر سان سهي وڃنا ۽ دک، سک روپ لي پوندا. تنهن ڪري تون سب منسا ڇڏي گوروءَ سان پيار ۽ پريم ڪر ۽ ستدس چرڻن ۾ پرتيت رک. جڏهن سچو پريم ۽ وشواس هوندو تڏهن ڪم ٿيندو. حضرت محمد صاحب جن هڪ لڙائيءَ ۾ شامل هئا. انهيءَ لڙائيءَ ۾ هڪ ماڻهوءَ جو پٽ ۽ مڙس مري ويا. جڏهن لڙائي ختم ٿي ۽ ماڻهو اٿا وايس اچي رهيا هئا تڏهن پڇڻ لڳي ته "حضرت صاحب اچي پيو؟" ماڻهن چيس ته تنهنجو مڙس مري ويو. هوءَ وري پڇڻ لڳي "حضرت صاحب اچي پيو؟" ماڻهن چيس ته تنهنجو پٽ مري ويو. هوءَ پڇڻ لڳي ته حضرت صاحب ته زنده آهي نه. ماڻهن چيس ته ها حضرت صاحب زنده آهي. ته جواب ڏنائين ته پوءِ ڪو فڪر ڪونهي. مڙس ۽ پٽ جي ڪا پرواهه نه ڪيائين.

يهه ڪرني مين آپ ڪرائون،
اور پهچائون، ڌر دربارا.

فرمائين ٿا ته اي سک! جيڪڏهن تون پنهنجو فرض پورو ڪرين يعني سچو پريم، سچي ڀرت ۽ سچي ڪمائي ڪرين ته مان اوکي جڏهن ڪونه. اهو منهنجو فرض آهي ته مان توکي انهيءَ دربار ۾ پهچايان.

راڌا سوامي ڪهت سنائي،
جب جب جيسي موج وچارا.

هاڻي سک پڇي ٿو ته ڪڏهن ولي هلندا؟ فرمائين ٿا ته جڏهن تون هلڻ لائق ٿيندين تڏهن. تنهن ڪري سک کي

پنهنجي سؤ مهرون سندس اَڳيان رکيون ۽ جڏهن اهڙي رِيت پکو نسلچو ٿيس ته مکان جي چوٽ تي چڙهي وڏيون ڪيائين "گورو لڌو، گورو لڌو" هؤ ٻاوِيهه ٽِي گورو هليا ويا چاڪاڻ جو سندن روزگار بند ٿي ويو. ان بعد مالڪ جا گولالو سڀ گورو تيغ بهادر جي شرن ۾ اچڻ لڳا ۽ کيس عرض ڪيائون ته اُپديش ڏيو. فرمايائون ته "نوڪري ڳري آهي ڪجي نٿي سگهي."

سنتن وٽ نام جي دولت آهي ۽ ٻيو ته سڀ ڪجهه. ٻوء سنتن واسطي ٻار ڇا جو؟ نام جا چار لفظ ڏيڻ مشڪل آهن ڇا؟ نه، اهي ته چرخو هلائيندڙ ڇوڪري به ڏيئي سگهي ٿي. ڪنهن برهمڻن ٽي جيون جي سنڀال ڪرڻ ۽ جتي رڌيون نڌيون اڳتي وڌڻ ڪان روڪين ٿيون اتي مدد ڪرڻ! اها آهي نوڪري جنهن لاء تيغ بهادر چيو. گورو ايترو اُحسان ڪري ته چري نٿو ته مون هيئن ڪيو. گورو ته بيابانن، پهاڙن ۾ به سک سان گڏ آهي پر جن جي دل ۾ ميل آهي انهن کي اُحساس نٿو ٿئي. جيڪي دنيا جا ڪتا آهن انهن کي گورو ڇا ڪري؟ پر انهيءَ جو اهو مطلب نه ڪونهي ته گورو ڇڏي ٿو ڏئي. گورو ڇڏي اَصل ڪونه ٿو جڏهن هردي ۾ نرملتا اچي ٿي تڏهن گورو گهرائي ٿو. سو فرمائين ٿا ته تنهنجي چنتا، تنهنجو فڪر مونکي آهي، پر تون به پنهنجو فرض پورو ڪر. ستگوروءَ لاء پيار پريم وڌاء ۽ منجهس وشواس رک.

سنشيه چوڙ ڪرو درڙهه،
پريتي اور پرتيت سنوارا.

دنيا ڀون چنتائون ۽ ڪشالا ڇڏي ڏي ڇاڪاڻ ته جڏهن اسين پيدا ٿياسين تڏهن جيڪي پرالبڌ ۾ لکائي آيا آهيون

اڪون ڪليل ڪراهن انهن کي ٿوڙي خبر نه ته ستگورو ڪن ڪن
ٻ ٻهنجي سک جي ڪيئن سنڀال ٻيو ڪري. ڪين ٻنهن کي
ڪرڻ ايندو. ٻر جن جون اڪون کليل آهن اهي ڄاڻن ٿا ته
ستگوروءَ جي ڏيئي نام ڪٿي آهي. جڏهن وقت گورو
هرڪشن صاحب جن جوتو ڇڏي رهيا هئا تڏهن سکن ٻڇيو
ته هاڻي اسان کي اپديش ڪير ڏيندو؟ هن جواب ڏنو ته
"ٻبع بهادر" انهيءَ وقت ٻبع بهادر جن هڪ مٽيءَ جي
مڪان ۾ لڪي ٻڇن ۾ رهندا هئا. ڪين ڪجهه ڏسي،
سوڍي خاندان جا ٻاويهه آدمي ڏيکان ڏيکي گورو ٿيڄي
ويهي رهيا. انهيءَ زماني ۾ هڪ مکڻ شاه نالي سوداگر،
مال جو جهاز ڀري وڃي رهيو هو ته رستي ۾ سمنڊ جهاز
اوڪر ڪاني ٻڏڻ لڳو. ان وقت انهيءَ پاس پاسي ته هيئتر
جيڪڏهن گورو آهي سو مهنجي جهاز کي پار ڪري ته مان
پنج سؤ مهرون پيٺا رکندس. هن جو جهاز پار پيو. سوداگري
ڪري جڏهن واپس موٽيو ته ٻڌا ڪندو ستو پاڻي ٻڪالي
آيو. ڏٺائين ته ٻاويهه گورو ويٺا هئا. سوچڻ لڳو ته مهرون
ڪنهنکي ڏيان. آخر هرهڪ گوروءَ اڳيان ٻه ٻه مهرون رکندو
ويو ۽ من ۾ چيائين ته جنهن گوروءَ منهنجو جهاز پار لڳايو آهي
اهو پاڻهي گهر ڪندو. پر سڀني مان ڪنهن ڪوڪ ڪين ڪيو.
فقط آسيس ڏيندا ويا ته خوش رهندين. آخر انهن کان پڇيائين
ته هتي ٻيو ڪو مهاتما رهندو آهي. هڪ ٻڌايس ته هڪ ٻيو
ٻه رهندو آهي جنهن کي "ليا" "لبا" ڪري ڪوٺيندا
آهن. جڏهن گورو ٻبع بهادر وٽ پهتو ته ان اڳيان ٻه ٻه مهرون
رکي متو ٽيڪيائين. تنهن تي گورو صاحب چيس ته ٻالي
ڪٿي؟ تو ته پنج سؤ مهرن جو اقرار ڪيو هو. ڏوا منهنجا
ڪلها ڏس ته ڪتري ڪلن جا زخم آهن. اٿين چٽي پنهنجا
ڪلها اگهاڙا ڪري ڪيس ڏيکاريائين. اهو حال ڏسي مکڻ شاه

اي سکر! ڏيرج ڪر، ستسنگ ۾ شوق لڳاءِ، من اندرين
ب روڪ، ڪمائي ڪر، اندر چڙهه، مان توکي سچکنڊ
رور وٺي هلندس.

وهه تو روپ دکا ڪر چوڙون،
تم جلدي ڪيون ڪرو پڪار.

فرمائين ٿا ته اي سکر! تون ڪرني ڪر، پيار ۽ پريم
سان اندر وڃ. جيئن جيئن تون روحاني منزلن تي چڙهندين،
لين ليئن منهنجي اَنامي روپ ڏسڻ لاءِ تنهنجي طاقت
وڌندي ويندي. مان توکي پنهنجو روپ ڏيکارڻ ڪانسواءِ
ڪونه ڇڏيندس، نه رڳو ايترو پر توکي پنهنجوئي روپ
بڻائي ڇڏيندس.

„سنت داريا بيج گهت ڌرلي جس جيو ڪر،
ڪو اَس سمرٿ هوئي جو جاري اس بيج ڪو.”

جنهن جي هردي ۾ ستگوروءَ پنهنجي شبدن جو اُپديش وڌو
آهي، انهيءَ کي هن ديس ۾ (هميشه لاءِ) رهڻوئي ڪونهي.
اهو سچکنڊ ويندو ۽ ضرور ويندو. جيڪي پنهنجي سمرن ۾
سستي ڪندا انهن کي جنم ضرور ملندو مگر منش جنم کان
هيٺ نه. تنهنڪري اسانکي ڍل نه وجهڻ گهرجي، بلڪ
جلدي جلدي، ڪرني ڪري مٿي چڙهڻ گهرجي.

تمهري چنتا مين من ذاري،
تم اچنت رهو، ڌرو پيارا.

اي سکر! مون کي تنهنجي چنتا آهي. جهڙي طرح مساف
ٽڪيٽ وٺي ٽرين ۾ وهي ٿو ته پوءِ ڊرائيور ۽ گارڊ جي
جوابداري آهي ته ان کي سندس منزل مقصود تي پهچائين
ساڳيءَ طرح جڏهن ستگوروءَ نام جي ٽڪيٽ ڏني تڏهن ڇڏين
ڪونه، پهچائيندو ۽ ضرور پهچائيندو. جن جون اندر

سک ۽ مان ستگورو. گورو اُرجن صاحب جن فرمائين ٿا:

”ستگور سک کي ٻڌن ڪاني،
گور ڪا سک ڪار اي هاني.“

جي سک ڪمائي ڪريتو ته ستگورو سڀ ڪجهه ڏئي ٿو. نالائق پٽ کي ڪير ٻه ڪونه ڏيندو آهي.

ست پرش ڪا روپ دکائون،
الکم اگم در سارا.

جي توهين محنت ڪري پرده کوليندا ته گورو توهان کي ٻهرين سڪنڌ، ٻيءَ الک لوڪ، ٻيءَ اگم لوڪ ۽ ٻيءَ الهيءَ کان پري انامي لوڪ ۾ وٺي هلندو. فرمائين ٿا ته اسين ته توهانکي وٺي وڃڻ لاءِ تيار آهيون توهين وڃو مڪمل ڪمائي ڪريو. جي ڇوڪرو محنت نه ڪري ۽ ناپاس ٿئي ته استاد ڇا ڪري؟ الهيءَ جو ڪهڙو ڏوهه؟

تاڪي آگي راڌا سوامي وهه نج روپ هماراً.

اي سک! اٿو ۽ اٿو ۽ پري کان پري جنهن کي راڌا سوامي چئجي ٿو اهو منهنجو نج روپ آهي. ستگورو آرسيءَ وانگر آهي. جيئن اسين صاف آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسندا آهيون، جي مشڪندڙ شڪل هوندي ته مشڪندڙ ڏسڻ ۾ ايندي آهي، جي روئندڙ شڪل هوندي ته روئندڙ نظر ايندي آهي، پر جي نظر خراب هجي ته شڪل چٽي نه ڏسڻ ۾ ايندي. ساڳيءَ طرح جن جي دل ۾ عيب آهن اهي گوروءَ ۾ به عيب ٿا ڏسن. جنجي دل ۾ پيار آهي انهن کي گورو ۾ پيار جي نرمل مورتي نظر ٿو اچي. مطلب ته جهڙي جهڙي اسان جي دل ۾ ڀاونا هوندي اهڙو ئي گورو نظر ايندو.

ڏيرج ڌرو ڪرو ست سنگ،
هو ديا سي ليئون سڌارا.

ڇا ٻڌو ٿي پيا، نه ته اها دولت نه ملين. جي توهين سمجهو
ٿا ته ڪتابن پڙهڻ سان مڪتي ملندي ته اهو ڪڏهن ڪونه
ٿيندو. ڪريءَ ڪانسواءِ روح اندر نٿو وڃي سگهي. ڏسو
ڪبير صاحب ڇا ٿا چون:

”سکيا سب سنسار هيءَ کاوي اور سووي،
دکيا داس ڪبير هيءَ جاڳي اور رووي.“

فرمائين ٿا ته مان سڄي رات جاڳان ٿو ۽ روئان ٿو ته مالڪ
جو درشن ٿئي.

فريد صاحب جن به چون ٿا:

”فريدا رات ڪٿوري ونڊيئي ستيئان ملي نه ڀاڱ،
جنهان نين نيندراولي تنهان ملن ڪـواڱ.“

فرمائين ٿا ته مالڪ رات جو ڪستوري يعني پنهنجي رحمت
ٿو ورهائي، جيڪي رات جو جاڳن ٿا انهن کي اها رحمت
ملي ٿي پر جيڪي ننڊ ۾ آهن انهن کي خبر ٿي ڪانهي ته
اها ڪهڙي اَکهه وڪاڻي. اها دولت گهرڻ سان نٿي ملي
پر ڪمائي ڪرڻ سان ملي ٿي. جن کي اکين سان روحاني
نظارا ڏسڻا آهن، اها دولت ڏسڻي آهي ته کين اندر وڃڻ
گهرجي. اسان کي پنهنجين اکين سان ڏسڻو آهي، گوروءَ
جي اکين سان ڪونه ڏسڻو آهي. ستگورو ڏسي ٿو ته اسين
اَندروني طرح اَنڌا آهيون پوءِ اها دولت ڪيئن بخشي؟
تنهن ڪري ستگور ڪان نام وٺي انهيءَ جي ڪمائي ڪريو،
اَندريون پردو کوليو ته اها دولت حاصل ٿئي.

سرت چڙهاءِ گگن پرڌاڻو،
سن شـڪـر کي پـارا.

فرمائين ٿا ته محنت ڪريو، من کي ماريو ۽ آتما کي
روحاني منڊلن ۾ وٺي وڃو. ڪهڙي طرح؟ پهرين هي
نَو دروازا خالي ڪريو، سهنس دل ڪنول ۾ اَچو، پوءِ برهم
۾ اَچو، ان ڪانپوءِ سچکنڊ ۾ اَچو. جي اهو ڪم ڪريو ته توهين

ستگوروءَ جو اُتر

ديکھ پياري مين سمجھائون،
روپ هـمـارا نيـارا.

اي سک! هي منش روپ منهنجو سچو روپ نہ آهي. منهنجو هيءُ منيءُ جو سرير لوڪن سمجھائڻ لاءِ ڌاريو آهي. منهنجو روپ اَٽل، اَمر ۽ اَبناسي آهي. جنهن عام ماڻهو سمجھن تا سو منهنجو روپ نہ آهي.

وه، ڪو روپ لکي نهين ڪوئي،
جب لگ ديکـون نہ سهـارا.

اي سک! جيستائين مان پاڻ اهو روپ نہ سمجھايان ۽ پار ولي هلي نہ ڏيکاريان ليستائين منهنجو روپ نہ ڪو ڏسي سگهندو، نہ سمجھي سگهندو.

ڪرني ڪرو مـار من ڀالو،
انـدري روڪ دکـارا.

اي سک! جيڪڏهن لوڪي منهنجو سچو روپ ڏسڻو آهي تہ ڀرين ڪام، ڪرود، لوڀ، موہ، آهنڪار، من ۽ اندرين کي وس ڪر. انهن ڪمن ڪرڻ کان پاڻ کي روڪ. سچا خيال، سچو هردو ڌار ۽ سچو ڀرم ڪر. جڏهن گندي ءُ جڳهہ ڪتو بہ ڪونہ ڪو وهي تہ پاڻ خدا ڪيئن گندي هردي ۾ ويهندو؟ ڪڏاچيس نہ. من مئجسٽريٽ آهي ۽ تدابير جڏي ۾ لوبہ هي عيب آهي ۽ هيءُ خرابي آهي. سچو جهان من جي مٿان بہ آهي. ويندي نام ورتل بہ من جو سک آهي، گروءُ جو سک اجا نہ ٺيو آهي. ڪي ٻلي اُنين چرن تہ اسان نام ورتو آهي ۽ گروءُ جا سک آهيون پر ڳالهين ڪرڻ سان پار ڪونہ پئبو. مرن وت ڪيترا ستسنگي اچن ٿا ۽ چرن ٿا اسانکي ڀربون آستان تہ ڏيکاريو. پر هي مارگ، لوري ڪاٽڻ وارن، لوري لنہ ڪرڻ وارن ۽ راتہ جو جاڳڻ وارن جو آهي. وڏا وڏا رشي مني سچي عمر اڀياس ڪندي ڪندي هڏين

يهہ ڀي ڀيد سنا مين ڪر سي،
سرت شبد مارگ نت گائو.

اي ستگورو! اهو ڀيد ٻ توهان کان معلوم ٿيو آهي ته توهان
اهو روپ ڀيو آهي جنهن ۾ توهين هميشه رهو ٿا ۽ اهو
پتو ڀيو آهي ته سرت ۽ شبد جو مارگ ٿيندو آهي، جنهن
ي وسيلي مان توهانجو اهو روپ ڏسي سگهان ٿو ۽ مڪتي
اصل ڪري سگهان ٿو ته ته مونکي ڪوہ پتو ڪونه هو.

شبد روپ جو روپ ڏمهارا،
وا مين ڀي اب سرت پڻائو.

اي ستگورو! جنهن روپ ۾ توهين هميشه رهو ٿا، منهنجي
لما کي، منهنجي روح کي، تهن ۾ وني هلو، جيئن مان
وهانجو اصلي روپ ڏسي سگهان.

ٻرنا رهون موت اور دکھ سي،
نرپيه ڪر اب موهي ڇڙائو.

اي ستگورو! مون ڪروڙين دک، ڪروڙين نرڪ ۽
ڪروڙين موت ڀوڳيا، ڪروڙين گنديون جوڻيون پاتيون، گاهه،
ڪيڙون ۽ پتنگ وغيره ٿيس! مان ڏاڍو دکي آهيان. مونکي
اتي وني هلو جتي نه دک آهي نه سک، نه رنج نه خوشي،
نه جمڻ نه مرڻ. جتي فقط شانتي آهي. ڪرپا ڪري مونکي
اهو ديس ڏيکاريو.

دين ديال جيو هنڪاري، راڌا سوامي ڪاج بنائو.

اي ستگورو! توهين اسان جيون جي اڌار واسطي آيا
آهيو، اسانکي هن جيل مان ڪيڻ واسطي آيا آهيو، اسان
تي رحم ديا ڪرڻ واسطي آيا آهيو. ڪرپا ڪري مونکي
پنهنجي ديس وني هلو، اصل گهر ڏانهن وني هلو. اڳتي
ستگورو جواب ڏئي ٿو، اهو ٻ ٻڌو.

سو ٻه مونکي پيارو لڳي ٿو پر ڇاکاڻ ته هميشه نه رهندو
ٿيهڪري اهو روپ ڏيکاربو جيڪو هميشه رهندو. هن ٿي
روپ ڏيهي ڏيکاربو ته توهانجو أصل روپ ڪهڙو آهي.

اي ستگورا اسين انسان آهيون ۽ توهين ٻڻ انساني روپ
ڌاري آيا آهيو. توهان کان ئي پتو پيو آئڻون ته اسانجو ڪو
سو ديس آهي ۽ اسانجو ڪو مالڪ ٻه آهي ته ته ته اسانکي
ڪهڙي خبر ته هر، پار ترهر با سڀ ڪنڌ جا آهي. جي توهين
مانش جنم ڌاري نه اچو ها ته اسين جيڪر ڪاٿي ڪندا، ٻلا
ٿيندا وڃون ها. هي جيڪو توهان انساني روپ ڌاربو آهي
تنهن ڏيهي اسانجو آڌار ليٺو آهي.

ڪالي مهما ياري اُس ڪي،
پـر ؤهـ يـسـي لکوائـسـو.

اي ستگورا منهنجو گهڻو پيار ته انهيء روپ سان آهي
جنهن، مون ڪروڙن جنمن جي پليل ڪي، راه ڏيکاري آهي،
پر انهيء روپ مان اهو ٻه پتو پيو آلر ته توهانجو هڪ ٻيو ٻه
روپ آهـي جو اُجر، اُمر ۽ اُٽل آهي. اهو ٻه ڪرپا ڪري
مونکي ڏيکاربو.

وهم تو روپ سدا تم ڌارو،
يـا ٽي جيو جـڳـائـسـو.

اي ستگورو! جيڪو توهانجو أصلي روپ آهي جنهن ۾
توهان هميشه رهو ٿا، اهو سمس نام آهي، أنامي آهي ۽ خدا
آهي، پـر جيڪو توهانجو مڏش روپ آهي اهو اسان جيون
کي اُپديش ڏيڻ واسطي آهي، سچ ڪنڌ وٺي هلڻ واسطي آهي،
جستائين توهين مڏش روپ نـه ڌاريندا تيستائين اسين جيو
جاڳنداسين ڪونه ۽ نڪو سچ ڪنڌ ٻهچي سگهنداسين. تنهن
ڪري جـڪڏهن مهما آهي ته توهانجي ديه روپ جي آهي
جنهنجي وسيلي حقيقت جو پتو پيو آهي.

ڏيس نيڪالي ڏني ويئي هئي. اُتي رهندي انهن جي چال چلگت سڌري ويئي هئي. بادشاه ته هنن کي سڃاڻي ويو پر هو کيس انهيءَ ويس ۾ سڃاڻي نه سگهيا. بادشاه کانئن پڇيو ته توهين ڪير آهيو ۽ ڪٿان آيا آهيو؟ هنن چيو ته اسين روسي آهيون ۽ روس مان ڪڍيا ويا آهيون. تنهن تي بادشاه چيو ته مان به روسي آهيان. اهڙي طرح هنن جو پاڻ ۾ پريم ٿي ويو. جڏهن بادشاه موٽڻ لڳو تڏهن هنن کي چيائين ته توهين به روس هلو. منهنجي بادشاه سان دوستي آهي مان توهانجي سفارش ڪندس، هو توهان کي بخشيندو. هنن اها ڳالهه مڃي. جڏهن روس جي بندرگاه تي پهتا ته ڏسن ته اڳيان وڏا وڏا آفيسر بادشاه جي مرحبا لاءِ بيٺا آهن. خوب بئنڊون ۽ باجا پيا وڄن ۽ آتشبازي ٿي رهي آهي ڇاڪاڻ ته سندن بادشاه ٿي آيو. هنن ڏٺو ته هي اهو ساڳيو ماڻهو آهي جيڪو اسان سان گڏ مزدوري ڪندو هو. حيران ٿي ويا. ٺيڪ ساڳيءَ طرح سنت اسان وانگر ٿي همت ڏيهن ۽ پنن وارا ٿين ٿا ۽ اسان سان يارن دوستن وانگر هلت ڪن ٿا پر جڏهن اسان جون اکيون کلن ٿيون تڏهن پتو پوي ٿو ته هو ڪير آهن ۽ سنت ڪهڙي هستي آهن.

ديکون روپ مگن هوئه بيٺون،
آپيه دان دلوائو.

اي سنتگورو! جيڪو توهان جو اصل روپ، اڪال پرک يا سنت نام آهي سو مونکي ڏيکاريو، جيئن مان اهو ڏسي جنم مرڻ کان آزاد ٿيان، توهان سان گڏ هليو هلان.

يهه پيــي روپ پيارا موکو،
اِس هي سي اُس کو سمجهائو.

اي سنتگورو! جيڪو توهين انساني روپ ڌاري آيا آهيو

آهي. اهڙيءَ طرح سمنت اسان انسان وانگر قيدي ڪرنهن، گورو ارجن صاحب جن فرمائن ٿا:

"جنم مرڻ دوهو مين ناهين جن پرايڪاري آئي"

يعني هو جنم مرڻ لاءِ ڪونه ٿا اچن پر اسان کي ڪڍڻ واسطي ٿا اچن. وڌيڪ فرمائين ٿا:

"جيئه دان دي ڀڳتي لائن هر سيون لين ملائي."

هو اسان کي جيئدان يعني نام ڏيئي واهگوروءَ سان ملائڻ واسطي اچن ٿا، پر اسين هنن کي آرام سان وهڻ به نٿا ڏيون. ڪرائيسٽ يعني حضرت عيسيٰ کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو، منصور کي ڦاسي ڏني ويئي، گورو نانڪ صاحب کان ٻار گهرايا ويا، گورو ارجن صاحب کي تتل ٿئي تي وهاريو ويو، گورو تيغ بهادر صاحب جو چانڊني چوڪ دهليءَ ۾ سر ڪاٽيو ويو، شاه سرمد جو به سر لاٿو ويو. سو جڏهن هو اچن ٿا ته اسين انهن کي دکي ڪريون ٿا. هاڻي سک پنهنجو سوال دهرائيندي پڇي ٿو ته جيڪو توهان منهن روپ ڌاريو آهي سو ته لوڙي وڃڻ لاءِ آهي ۽ اسان کي چوراسيءَ جي چڪر مان ڪڍڻ واسطي ئي ڌاريو آهي پر جيڪو توهانجو اصلي روپ آهي، اهو ڏيکاريو.

روپ تمهارا اگم اپارا، سوئي اب درسائو.

چوٿو ته جيڪو توهانجو اڪال پرک روپ آهي، سدا روپ آهي، اگم، اپار، ۽ الک روپ آهي، سو مونکي ڏيکاريو. جنهن مونکي پتو پوي ته توهان جو اصلي روپ ڪهڙو آهي؟ سڪولي ڪتابن ۾ هڪ آکاڻي آهي. روس جو بادشاه پيٽر اوراين، مزور جو ويس ڪري هالنڊ ملڪ ۾ ويو ۽ انهيءَ ويس ۾ ڪيترو وقت انهي جهازن جو ڪم سکندو رهيو ۽ پورو ڪاريگر ٿيو. اهي وهندي هن جي، انهن روسي ترانسين ٿيا ٿي، جن کي بادشاهه جي ڏوه ۾ روس مان

# ست سنگ جا وچن- (۸)

فريادء پڪار (سار وچن-شبد ۱۵، وچن ۳۳)

**گرو موهه اپنا روپ دکائو.**

سک لحاظ نٿو ڪري. ڇو؟ ڇاڪاڻ تہ هو سچ جي تلاش ۾ آهي ۽ ڪيس سچ ني ڇوٽو آهي. هاڻ پڇي ٿو اي ستگورو! توهين انسان جي ديهيءَ ۾ آيا آهيو ۽ اها ديهي سدائين رهڻي ڪونهي. ڪروڙين مهالمائون آيا ۽ ويا هليا. ٻڌايو تہ توهانجو اصلي يعني سچو روپ ڪهڙو آهي؟

**پهہ ٿو روپ ذرا ٿم سرڳڻ، جيو اُبسار ڪرايو.**

ديوتائن ڪي ديوي ۽ انسان آهيون. ڇاڪاڻ تہ اسين انسان آهيون. ديوي ۽ ديوتائن کي اسين ڏسي نٿا سگهون. فرشتن کي اسين سڃاڻي نٿا سگهون. ه ميهون، گهوڙا ۽ ڳايون اسان کي سمجهائي نٿا سگهن. اسان کان هينئين جوڻ ۾ آهن. مالڪ جڏهن اسانکي اپديش ڏيڻ چاهي ٿو تہ ڏهن انسان بڻجي اچي ٿو. جيڪي سن مهالمائون آيا سي انسان جي روپ ۾. جيڪي مسلمان فق آيا تہ بہ انسان بڻجي آيا. پر حقيقت ۾ هو انسان ڪونهن. اس ڪام ڪرود ۽ بين ڪرمن جي ڄار ۾ ڦاٿا پيا آهيون، پر ڪرمن جي ڄار ۾ ڦاٿل ڪونهن. جهڙيءَ طرح جيل ۾ قي آهن، ڪنهنڪي هٿڪڙيون لڳل آهن، ڪنهنڪي پيرن ۾ ٻيڙ آهن ۽ پر جيڪو جيل جو سپرنٽينڊنٽ آهي آنهن اي انتظام وا بندش ڪانهي. هو قيدين جي ڪاڏي پيٽي جي

گهر جو واڻڪار ملي وڃي، جيئن ڪيس نام ڏئو ۽ هو اُئي ڀڄي ويو.

وڻ ناويءَ در ڍوئي ناهي، تا جم ڪري خواري.

فرمائين ٿا ته اي انسانو! نام ٺا مالڪ جي دوار ۾ ڪم ۾ نٿو وڃي سگهي. نام ئي هڪ وستو آهي جنهن وسيلي سندس دوار ۾ وڃي سگهبو. جي نام سان ميلاپ نه ڪندا ته ڪال جي دائري ۾ رهندا يعني ڪال جي چڪر ۾ اچي ويندا.

نانڪ سچ وديائي پائي،
جس نون هر ڪرپا ڌاري.

فرمائين ٿا ته جي سچي وڏائي چاهيو ۽ جي ٻيهڙي گهر واپس وڃڻو اٿو ته نام سان ملي وڃو. دنيا ڪوڙ آهي نام سچ آهي. ورئ اهوئي ٿا جون ته سندس دبا ۽ مهر سان ئي ڪوڙ مان اڪري سچ ۾ اچجي ٿو. مالڪ جي مرج کان سواءِ نام نٿو ملي. ڪرڻو ڇا آهي؟ اندر وڃي نام سان ملڻو آهي. اندر وڃڻ جي جڳتي ملي ته مڪتي لئي ۽ جنم مرڻ کان ڇٽجي. وائا سرامي ممه ڪرلي لو ڇوي ته سوارمڻ ۽ پرمارمڻ ٻئي ڪمايو. ۾ جيڪو ساري عمر سوارمڻ ۾ رهيو سو آخرين وقت ڪڻڻ لاءِ، ڪک به نه ڪمائي سگهيو. تنهن ڪري فرمائين ٿا ته سوارمڻ به ڪمايو ۽ پرمارمڻ به ڪمايو، جو ساڻ ڪڻي سگهجي ٿو. يعني دنيا جا ڪم ڪار پڻ ڪندي، نام جي ڪمائي ڪريو.

کي هڪ کيل بنائي هلائي رهيو آهي يعني پيدا ڪرڻ،
هلائڻ ۽ مارڻ، هي سڀ سندس تماشو آهي. برهما، وشنو ۽
مهيش سندس حڪم هيٺ ڪم ڪري رهيا آهن. باقي ۽ ٻه
۽ اِئين لکيل آهي ته هنن کي پنهنجي پتا جي به خبر ڪانهي.
”ايڪا مائي جگت ويائي تن چيلي پروان،
اڪ سنساري، اڪ ڀنڊاري اڪ لائي ديبان.“
(جپ صاحب)

(شڪ) هاڻي هندستان ۾ ماڻهو انهن برهما، وشنو ۽ مهيش
کي مٿو ٽيڪيندا ٿا رهن. ڪنهن انهنجي ڪهڙي شڪل
ناهي آهي ڪنهن ڪهڙي. جن جي خود مڪتي ٿي ڪانهي
سي ٻين کي ڇا ڏيئي سگهندا؟

پوريئ ستگور آپ دکائيا، سچ نام نستارا.

اي ڀائي لوڪو! اندر وچي نام سان ميلاپ ڪريو، سچ
سان ميلاپ ڪريو. باقي جيڪي هي برهما، وشنو ۽ مهيش
آهن سي سڀ مالڪ پنهنجي ڪارخاني هلائڻ لاءِ بنايا آهن.

سا ڪائيا جو ستگور سيوي، سچئ آپ سواري.

بار بار انهي ڳالهه کي دهرائيندا ٿا اچن ته جن منش
جنم پائي ستگورو جو پلئه پڪڙيو سي نام سان ملي ويا،
انهن جي ڪايا يا سريو ڪارائتو ٿيو. جيڪي ٻاهر رهيا
اهي دوکي ۾ اچي ويا. ستگورو جي شبدا جو مطلب ڪهڙو
آهي؟ سندن هدايت تي عمل ڪرڻ يعني اندر وڃي نا
۾ سمائجڻ. فرمائين ٿا ته اهڙي ڪايا نرمل ٿيو پوي. ڇاڪا
ته منجهانئس ڪام ڪروڌ وغيره نڪري وڃن، هوءَ سهاڳ
ٿيو پوي ۽ جمڻ مرڻ جي ڦيري کان آزاد ٿيو پوي. فرمائي
ٿا ته اها ذات هن کي ڪنهن ڏني! مالڪ! جڏهن ه
مالڪ جي گهر جو ڏس پتو پيڻ لڳو، ڪيس ڪر انهي

پرلدي، پيار ئني پرندو. گهر گرهست بہ استري ۽ پرش سان
اها حالت لاڳو آهي! جي پيار پريم بہ آهن ته دوستي بہ هلندي،
جي لترلي مسخري چالو ٿي ته دوستي خلاص. مهاراج جن
فرمائن ٿا ته جي اندر وچڙ آلو ته انهيءَ ڳالهہ جو خيال رکڻ
گهرجي ته ادب سان هلڻ ضروري آهي.
پالي پانسگهر (ٽائيد بہ):
"ٻہ ڪرلي، ٻہ پرم گور، ٻہ پارس، ٻہ سار،
ٻہ رهي سو ابري، غافل ڪائي مار."
جيستائين ٻہ ناهي ليستائين ڀڪتي ڇاجي؟ باهر جستائن
موهہ جو ٻہ آهي ليستائين مالڪ جو پيار رهندو. ڪهون
ڪي مرند وڏسي بہ الين لو پانتهي ته جنکي مرڻو آهي سي
مري چڪا، باقي اسين پاروهي اهڙا جران رهنداسين!
جيستائين موهہ ڪي وساري وينا آهيون ليسن ڪام ڪروڌ
جو زور هلندو لنهڪري مالڪ ڪي حاضر ناظر سمجهو تہ
ڪوبہ پاپ نہ ڪري سگهندا. اسين ڏهن سالن جي ٻار جي
روبرو ڪوبہ پاپ نہ ٿا ڪريون. انهيءَ مان ظاهر آهي ت
اسالڪي مالڪ جو ڏهين سالن جي ٻار جيترو بہ ڊپ ڪونهي
ڪايا اندر برهما وسن مهيسا،
سڀ اوپٽ جٿ سنسارا.
فرمائين ٿا تہ هن سريہ اندر ٽن ئي طاقتون ڪم ڪري
رهيون آهن. هڪ اها جا سرشٽيءَ کي پيدا ڪري ٿي، ٻ
اها جا پرورش ڪري ٿي ۽ ٽين اها جا ماري ۽ ناس ڪر
ٿي. انهن جو نالو برهما، وشنو ۽ مهيش آهي. اهي س
سنسار جو ڪم ڪري رهيا آهن.
سچيءَ آپڻا کيل رچائيا، آوا گوڻ پاسارا.
ـ ـ ـحيا واهگوروءَ جو کيل آهي. هو ڪا

ڀڪاري ته ڏڀڪاري! اها سنڌس مؤج آهي. اٿين ته من مارگ
، ڀاڻ ناهيو آئس ۽ نام مارگ ۾ ڀاڻ ناهيو آئس. جهڙيءَ
طرح ڪنهن پتليءَ کي خبر هجي ته مان تار سان ٻڌل آهيان
۽ منهنجي نچائڻ وارو ٻيو آهي ته اها پتلي هن جي حڪم
موجب پيئي نچندي پر جنهن پتليءَ تار نه ڏٺي آهي يعني
اندر وڃي نام جي تار نه ڏٺي آهي اها اهم ڀاو ۾ ڀيئي
هوندي ۽ دک پيئي ڀوڳيندي. فرمائين ٿا ته هي عقل ۽
چتراءيءَ جو ڪم ناهي. جيڪڏهن ڪير سمجهي ٿو ته عقل
۽ چتراءيءَ سان اندر وڃي سگهبو ته اها ڀل آهي، اٿين نه
ٿي سگهندو.

”سهس سياڻپا لک هوءِ ته اِڪ نه چليءَ نال“ (جپ صاحب)

هي من ۽ ٻڌيءَ جو مضمون ڪري ٿو. جيئن ڪا شيءِ
ڪنهن ڪمري اندر پيئي هجي ۽ ان جو دروازو بند هجي
ته اهو دروازو کولي اندر وڃڻ ڪانسواءِ اها شيءِ هٿ ڪري
نه سگهبي، ساڳي ڳالهه هتي آهي. جيڪي دروازو کولي نام
سان ملي ويا انهن کي سڀڪجهه حاصل ٿيو. باقي جيڪي
باهر ويٺي اٿين ٿا چون ته گيتا ڀاڳوت ۾ هيئن لکيل آهي،
ويد شاستر ۾ هونءَ لکيل آهي ۽ فلاڻي فلاڻي گرنٿ ۾ هيئن
چيل آهي، اهي پنهنجو پنهنجو مطلب سڌ ڪن ٿا، باقي رهجي
باهر ٿي ٿا وڃن ۽ ڪين ملي ڪجهه ٿي ڪونه ٿو.

**ڪائيا اندر ٻيئم ڀاو وسيءَ، گور پرسادي پائي.**

هاڻ جيستائين هي من ڪنهنجو ڀؤ نٿو ڪري تيستائين
ڪاميابي نٿي ٿئي يعني ڀؤ ۽ پيار، اهي ٻئي گڏوگڏ هلن
ٿا. جي ڀؤ آهي ته پيار ساڻ آهي، جي ڀؤ ناهي ته پيار
به ناهي. جي ادب آهي ته ڀؤ به آهي جي ادب ناهي ته
ڀؤ به ناهي. جي ٺٺولي مسخريءَ ۾ پيا ته دوستي ٽٽي

ڪرناهي! ڪايا کان ٻاهر ڏٺاين ڏيڻ ٿي سندس مشغولي آهي. جن پنهنجي مت ڇڏي گوروءَ جي مت ورلي سي گرمک آهن، جن پنهنجي مت ورلي سي منمک آهن. فرمائين ٿا ته هن سر ابرن سيل، سنتوک، ڪمياڻ ڏيرج ۽ شانتي ٻه آهن. جن پنهنجي مت ڦٽي ڪري گوروءَ جي مت ورلي سي اندر ويا ۽ پار لي ويا. باقي رهجي ڪهڙ ويا؟ منمک، جيڪي ٻاهر ئي وڃنا آهن. اهي سڀ دوکي ۽ ڀرم ۾ رهجي ويا. دنيوي محنتون جيڪي اسين ڪريون ٿا سي سڀ ڪوڙي ٻج ٻوڪڻ برابر آهن.

ڀائي ڀانسگهه (تاليد ۾)؛

”ڪرنا بيج بيجيءَ نهين جمي، سڀ لاها مول گوائندا.“

نام جي ڪمائيءَ کانسواءِ سڀ ڪرم ڪوڙي ٻج ٻوڪڻ برابر آهن. ڀلي ڪاي چڱا ڪرم ۽ ڪجهن ته ٻه چولڪارو ڪونه ليندو. چڱا ڪرم ڪيا ته چڱو ڦل ملندو، خراب ڪرم ڪيا ته خراب ڦل ملندو. چولڪاري يا مڪتيءَ جي اهالي وات آهي ته ڪنهن نام جي واتڪار کان نام ورلي اندر وڃجي ۽ نام يا شبد سان ميلاپ ڪجي. جڏهن ڪايا جي اندر وڃبو، نام پرگهٽ ليندو ۽ اندر ۾ روشني ڏسڻ ۾ ايندي. اهائي ڳالهه گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:

”نام جهت ڪوٽ سو اُجارا، بسي ڀرم انڌيرا.“

انسان جيستائين ٻاهر وينو آهي ليستائين اکيان جي دائري ۾ آهي، ڀرم جي دائري ۾ آهي ۽ ليستائين دکي رهندو. ڀرم ۽ دک هڪ ئي چيز جا نالا آهن.

جس نون دي سوئي جن پاويءَ،
هسور ڪيا ڪو ڪري چترائي.

حافظ ابتري مهما ڪري فرمائين ٿا ته مالڪ ٻاڻ رستو

آهي • فرمائين ٿا ته اهو ڪنهن به قيمت سان نٿو ملي • اُن جو مله اهو آهي ته پنهنجي مت چڏي ڏيو ۽ گروءَ جي مت ئي ڌار• پر پنهنجي مت چڏڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي • اسين ٻئي ڪنهن جي مت وٺون ئي ڪونه • ڪير ڪٿي ڪا سٺي صلاح ڏيندو ته آهي نه به ٻاهران ها ڪنداسين • جي ان جي مطابق اسان جو ڪم ٺيو ته ماڻهه ٻه رهنداسين پر جي نه ٺيو ته دانهن ڪنداسين ته اهو ٻئي جي مت ٺي هلڻ جو نتيجو آهي •

پالي پانسگهه (لائيد ٻر):

”ايسا نيچ ڪبڌي يهه من ، گور ڪو اَپنا جاني نه ميت“

(حضور سوامي جي مهاراج)

ايستائين ته من جو زور ۽ هلندي آهي جو هوُ گروءَ کي پنهنجو نٿو ڪري سمجهي• پر لوهين سمجهائيندا رهوس ، وري وري سمجهائيندا رهوس ، نام جي سمرن جي دوا هر گهڙيءَ واڻه ٻر وجهندا اَچوس • جڏهن سرت سميٽجي گوڏن تائين ايندي ته چوندو ته ٻئي ڪنهن پيري وڌيڪ وقت ڏيو• ان بعد سرت ڇيله تائين ايندي پوءِ اکين تائين• ڏيري ڏيري لرهي ٿيندي رهندي• پر جي من جي چٽي ئي هاي ڪجهه به نه ڪيوسين ته هڪ ڏينهن اهڙو ايندو جو هن کي زوريءَ ڪينچجي اندر وٺڻو پوندو• پر اُن مان فائدو ڪهڙو؟ من ۾ پيرم ئي رهيو، دبدائي رهي • پر دبدا ۾ ڇو رهجي؟ چونه جيئري ئي ڪري ڏسجي له سڀ شڪ ۽ پرم لهي وڃن•

گورمکه هووي سو ڪائيا کوجيءَ ،

هور سڀ پرم ڀُلائي •

فرمائين ٿا ته ڪايا ۾ پريوءَ جي ڳولا ڪرڻ ممڪن هو

آهي، جبڪر لورڻ وارو آهي سو ب اُندر آهي. اُندر دڪان لڳو پيو آهي ۽ سؤدو وڪامڻ رهيو آهي.

## اِهي من رکن جواهر مانڪ تس ڪا مول اُتارا.

فرمائين ٿا ته سچي دليا من جي چٽي لي هاي رهي آهي، من جهڙو ڪردشمن ڪونهي ۽ من جهڙو ڪردوسس ب ڪونهي. جڏهن من کي هڪواري نام جو سواد ملي وڃي، مان ڇوان تولـ جيترو هي پاهر اچڻ ۾ مدد تو ڪري اولروني بوء اُندر وڃڻ ۾ مدد ڪندو. پر من جي چٽي لڳي سب دک پوڳي رهيا آهن ۽ چوراسيء ۾ قري رهيا آهن. جڏهن من کي پنهنجي اَصلي گهر ڏانهن وڃڻ جي خواهش ٿئي ٿي ۽ جڏهن هي نام کي فقط ڇهي (touch) ٿو، انهيء ڏينهن کان هن جو پيار (پاهرين پدارٿن مان نڪري) اُندر پهچي ٿو وڃي ۽ پوء هي بار بار روح کي وٺي ٿو ڪري ته هل، جلد ٿي پنهنجي گهر ڏانهن هل!

پالي پانسگهه (ڪانبڙ)

" ڪهه ڪبر من مانيا من مانيا تو هر جائيا"

هي اُپديش ڪنهن واسطي آهي؟ اسان واسطي. جنهن ۾ هيء اُپديش پنهنجي من ۾ گرهڻ ڪيو اهو پاهر ڊوڙڻ کان ڇٽي پيو. جنهن هن من کي وس ڪيو اهو سڀني کان اوچ آهي.

مول ڪتهي نسام پسائيتي،
ناهين نام پائيتي گور بيچارا.

سڀني سنساري پدارٿن کان اُهر ڇا آهي؟ سب انهيء نام جي آڌار تي ٽڪي رهيا آهن. اهو نام ذري ذري ۾ ڪٽي ڪٽي ۾ موجود آهي. ڇا شيء ڪيتري ب ملهه ساڻ ته ملي سگهي، اها شيء نام آهي! نام وحدہ لاشريڪ آهي، ڪل عالم کي جهاي پيلو آهي، سڀني جي سنڀال ڪري رهيو

فرمائين ٿا تہ جيڪڏهن ڪايا ۾ ڪام ڪروڌ وغيره آهي تہ
ڪميا، ورڪ ۽ ڏيرج بہ آهي. هرهڪ جي اندر پريم جو
خزانو پيو آهي، مالڪ جي ڀڳتيءَ جا ڀنڊار ڀريا پيا آهن.
ڦڙو ۾ هجي تہ ٻي ڳالهہ، هت تہ سمنڊ ڀريا پيا آهن.

اِس ڪائيا اندر نوکنڊ پرٿوي،
هاٽ پٽڻ بازارا.

ڪل عالم هن اِنساني سرير جي اَندر آهي.

اس ڪائيا اندر نام نوِنڌ پائيئي،
گرو ڪيءَ سبد ويچارا.

فرمائين ٿا تہ ٻي هڪ عمدي شيءِ بہ هن سرير اندر آهي.
ڪهڙي؟ نام، جو نوَنڌيون ۽ ارڙهن سڌيون ڏيڻ وارو آهي!
لوڪ رڌين سڌين پٺيان ڊوڙن ٿا پر جي نام جي دولت ملي
وڃي تہ نہ رڌيون ڪتب آڻيون، نہ سڌيون. سڀ ڪان اَٺم
۽ اعليٰ ڳالهہ اِها آهي، تہ گوروءَ کان سکيا وٺي نام يا شبد
سان ميلاپ ڪجي. پر ڪيترا رڌين سڌين جي هٿ ڪرڻ
۾ ئي ڦاسيو وڃن. پر اعليٰ کان اعليٰ ڳالهہ اِها آهي تہ نام
جي ڌارا جو پيڇو ڪري، جتان اها اچي رهي آهي، اتي
پهچي نام ۾ سمائجي وڃجي.

ڪائيا اندر تول تُلاويءَ آپي تولڻ هارا.

فرمائين ٿا تہ هن اِنساني وجود اَندر ڪل مالڪ پاڻ وينو
آهي ۽ پاڻ ئي ڪارخانو هلائي رهيو آهي.

”امل گڻ امل واپار امل ڀنڊار“ (جپ صاحب)
هيءَ سڄي پوڙي نام جي داتا جي آهي. انهيءَ کي سڀ نام
جي پوڙي ڪري ڪوٺيندا آهن. فرمائين ٿا تہ پاڻ واهگورو
اَندر تورِي رهيو آهي يعني جيڪو سوڌو آهي سو بہ اَندر

اشارو ڪري اهو رستو ٻڌايو ٿا. هو دليل ڏيئي ٿو ۽ پڇي ٿو ته ٻين ڪڏهن ٻاهر ويو آهين؟ توکي پڪ آهي ته ٻاهر ئي رستو وڃي ٿو؟ متان ڪو ٻيو رستو ويندو هجي؟ اهڙيءَ ريت ڳالهيون ۽ بحث ٻيو ڪري ۽ اُلٽي ٻنو آهي. اُن ڪندي جيڪو وقت ويو سو فضول ويو. سو جيڪي ڏهيل آهن اُنهن جي من ۾ چنچلتا زياده آهي.

ستگور سيوي سدا سک پائي،
ستگور الک ڏتا لکائي.

فرمائن ٿا ته جيڪي ٻرهمي ستگروءَ جي ڄڻي موجب اندر ويا ۽ اُندر وڃي پهچڻي آتما کي نام سان ملائي ڇڏيائون، اُنهن ستگروءَ جي سچي سيوا ڪئي. ستگرو چوڻو ته اندر وڃو، نام سان ميلاپ ڪريو. جيڪو نام سان مليو سو سُڀوڪ آهي ۽ جيڪو ڏهن دروازن ۾ ويٺو آهي تنهن واسطي هو الک آهي. جيڪي گروءَ جي ڄڻي موجب اندر ويا اُنهن واسطي هو ظاهر آهي. جيڪي چون ٿا ته هنکي نه روپ آهي، نه ريک آهي پوءِ ڪيئن ملندو؟ اهڙن لاءِ هو الک آهي. اهو مالڪ جنهن جو هيترو ٻيان ٿيل آهي سو ڪجهه ته آهي.
پالي پان سنگهه (تائيد ۾)

”سدا حضور دور نه جاڻهو گرو سبدي هر انتر پڇاڻهو“
(راڳ ماجهه محل ٣)

جن اُندر وڃي مالڪ کي ڏٺو اُنهن واسطي حاضران حضور آهي. باقي ٻيا جهڙا حال من ۾ ڌاريندا اهڙو ئي ڪين فائدو پهچندو. حقدار سڀ آهن پر جي اُندر ۾ مالڪ کي پرتکش ڪري نه ڏٺائون ته فائدو ڪهڙو؟

ڪائيا اُندر رتن پدارٿ ڀڳت ڀري ڀنڊارا.

هن ڪايا (سرير) اُندر بيشمار قيمتي وستو پيون آهن.

منهنکر مگر بوجھيءَ ناهين باهر پالڻ جائي.

فرمائين ٿا ته اهي منهنکر آهن، مگر آهن ۽ بيوقوف آهن، جي، جيڪو اُڪال پرڪ سندن اُندر وينو آهي تنهنکي باهر ڳولي رهيا آهن. "لڙڪا بغل ۾ ڍنڍورا شهر ۾" ٻالڪ پنهنجي ڪڇ ۾ کنيو ويٺا آهن ۽ شهر ۾ ڍنڍورو گھمائي رهيا آهن ته ٻالڪ گم ٿي ويو آهي. جتي ٻالڪ ناهي اُتي پيا ڳولين، جتي آهي اُتي ڳولين ڪو نه ٿا. اهڙيءَ طرح مالڪ کي ڳولڻ لاءِ ڪو ڪيرٿن ڏانهن پيو ڊوڙون پائي، ڪو مندرن ڏانهن، ڪو مسجدن ڏانهن. ڪي وري ڪتابن جا پنا ورائي رهيا آهن. مالڪ اُندر آهي پر اُندر وڃڻ جي ڪوشش ڪن ئي ڪو نه ٿا. جپ صاحب ۾ ٻهرين لکيل آهي:

"سوچي سوچ نه هووني جي سوچي لک وار"

هي سوچڻ ۽ ويچارڻ جو ڪم ناهي. اهو عقل ٿي ته آهي جو اِنسان کي باهر ئي رکي وينو آهي. اِنسان کي گھرجي ته عقل جي اوٽ ڇڏي ڏئي. جيستائين هي پنهنجي عقل ۽ چترائي تي آڌار رکي وينو آهي تيستائين اُندر نه وڃي سگھندو. ماءُ جي پيٽ مان نڪري هي دنيا جو فوٽو اُندر ۾ کيڻڇي وينو آهي، جڏهن پڇن ٿي وهي ٿو تڏهن اهو فوٽو سندس اَکين اَڳيان اَچو ٿئي. هڪ شڪل کي هٽائي ٿو، ته ٻي اَچو سندس اڳيان ٿئي. ڪنهن ڪري پڙهيل اَڻ پڙهيل هڪجهڙا آهن. اسان کان ته اَڻ پڙهيل چڱا آهن جو جيڪي هنن کي چئجي ٿو سو جپ چاپ عمل ۾ پيا آڻين. جهڙي طرح هڪ ماڻهو توهانکان پڇي ٿو ته مونکي بياس وڃڻو آهي ۽ بياس جو رستو ڪهڙو آهي؟ توهان هنکي اِشارو ڪري اهو رستو ٻڌايو ٿا ۽ هو سڌو ڪجھ وقت ۾ اچو اُتي پهچي. وري هڪ ٻيو ماڻهو اچي ٿو اِهو ئي پڇي ٿو ته بياس جو رستو ڪهڙو آهي؟ مونکي اُتي وڃڻو آهي. توهان ان کي به ساڳيءَ طرح

فرمائين ٿا ته جو ڪايا اندر سڀ ڪجهه آهي. اها ڳالهه سچي ته، پر بلڪل حقيقي آهي. گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”حڪمي هوون آڪار حڪم نه ڪهيا جائي،
حڪمي هوون جيئه حڪم ملي وڊيائي.“

يعني رچنا ڪرڻ وارو به اندر آهي؛ هن جيون کي سنڀالڻ وارو به اندر آهي. مالڪ سڀني کي روزي ڏيڻ وارو آهي. جتي جتي ڪو جيو آهي اتي اتي مالڪ هن کي روزي پهچائي ٿو. ماڻهو چوندا آهن اسين فصل پوکيون ٿا، لڻون ٿا، محنت ڪريون ٿا، پرمالڪ ان ۾ ڇا ڪيو؟ مان چوان ٿو ته جي سورج نه هجي ته فصل ڪيئن ٿئي؟ اهو سائنس وارن به تجربو ڪيو آهي. هاڻ ٻڌايو ته توهان جي محنت ڇا ٿي ڪري؟

ڪائيا ڪامڻ سدا سهيلي گورمک نام سمهالا.

فرمائين ٿا ته اها ڪايا وراڳي استري سدائين سکي ۽ سهاڳڻ آهي، جيڪا هن مجهس شبد پرگهٽ آهي ته، بار بار چون ٿا ته شبد جي آسري ڪايا اٿي ٿي؛ جيڪر انهيءَ ڪايا جي اندر گرو ڪري ان، سو شبد سان ملي سگهي ٿو.

ڪائيا اندر آپي وسي، الکم نه لکيا جائي.

هن انساني ڪايا اندر وحده لاشريڪ، ڪل مالڪ پاڻ وٺو آهي. جيڪي اُن دروازن ۾ وڃا آهن يعني اکين ڪان باهر جن جو خيال پيو وسي اهن اهو الک آهي؛ ڪين نظر نه ايندو. هو جنهن طريقي سان ڪنهن ڏسڻ چاهين ٿا انهيءَ سان ڏسڻ ۾ نه ايندو؛ جڏهن رستي گرلين ٿا ان رستي دو.

## پوري گور کي اُپجي ساچ سمائي - رهاءِ

فرمائين ٿا ته انهيءَ نام جي جاڻ مونکي پوري گوروءَ
کان ملي. گوروءَ پاڻ سان گڏ رهائي، نام جي ڪمائي ڪرائي
نام جو تجربو ڪرايو. انهيءَ جو نتيجو ڪهڙو نڪتو؟ پروڙ
پيئي ته اڳ اسين ڪوڙ ۾ ويٺا هئاسين! راجا به ڪوڙ آهي،
پرجا به ڪوڙ آهي، سڀ ڪوڙ آهي. فقط باڻي يا نام ئي
سچ آهي.

”آد سچ جگاد سچ هي ڀي سچ نانڪ هوسي ڀي سچ“
(جپ صاحب)

سڀ ڪجهه بڻائڻ واري طاقت سچ آهي، جا ڪڏهن به فنا ٿيڻ
واري ڪانهي. فرمائين ته اسين فنا جي دائري مان نڪري
بقا جي دائري ۾ آيا آهيون. هاڻ ڪڏهن فنا نه ٿيڻو آهي.

ڪائيا آندر سڀ ڪڇه وسيءَ کنڊ منڊل پاتالا.

”جو برهمنڊي سوئي پنڊي جو کوجي سو پاوي“ (راڳ
ڌناسري باڻي پيپا ڀڳت جي). اهو انهن سڀني جو چوڻ آهي
جن اندر وڃي ڳولي لڌو آهي، هڪ اڌ جو چوڻ ڪونهي.

”ڪوٽ برهمنڊ ڪو ٺاڪر سوامي“ (سورٺ محلا ٥)

اسان کي هڪ برهمنڊ جي به خبر نه آهي. سو مالڪ جي
دائري ۾ اهڙا ڪوٽيئي برهمنڊ آهن.

”بهتا ڪهئي بهتا هوئي“ (جپ صاحب)

ڪيترائي آڪاش آهن. ڪيترائي پاتال آهن!

”پاتالان پاتال لکه آگاسان آگاس“ (جپ صاحب)

هڪ اڌ پاتال هجي ته ڪٿي چئجي، پر لکين پاتال آهن، لکين
آڪاش آهن. مالڪ به بي انت آهي ته سندس رچنا به
بي انت آهي.

ڪائيا آندر جگه جيون داتا وسيءَ،
سڀنا ڪري پرتپالا.

## هر ڪي پڳت سدا رنگم راتا هؤمي وڇهہ جالي.

فرمائين ٿا ته هر ڪنهن کي ڪنهن نہ ڪنهن جو پيار لڳو ٿي پيو آهي ۽ جنهن هريءَ يعني هڪ ٿي واهگوروءَ سان پيار رکيو آهي، هڪ سان ٿي ناتو جوڙيو آهي، انهيءَ آتما جو سهاڳ سدائين قائم آهي. جيستائين انسان شبد سان نہ مليو آهي، ليستائين هؤميءِ ۽ قائم پيو هوندو ۽ جيستائين هؤميءِ ۾ آهي ليستائين دک ۾ آهي ۽ بندن ۾ آهي. جيستائين چوي ٿو ته "مان ڪريان ٿو"، اوستائين بندن ۾ آهي. جي چڱا ڪرم ٿو ڪري ته چڱن بندن ۾ آهي، جي بڇرا ٿو ڪري ته برن بندن ۾ آهي. اهو سندس مرضيءَ ٿي چڏيل آهي، چاهي ته نون دروازن ۾ وينو ٿي هجي چاهي ته ڪنهن سنت مهاتما کان راه ولي، ڏهون دروازن مان نڪري، نام سان ميلاپ ڪري. جيڪي اندر وڃن ٿا انهن کي محنت ڪرڻي پوي ٿي. جيتري محنت اسين دنيا لاءِ ڪريون ٿا اوتري جي نام لاءِ ڪريون ته ڪم ٿي وڃي ۽ جنم مرڻ کان ڇٽي وڃجي. اسين روز پيا ٻڌون ته اندر ۾ نام آهي، اندر ۾ مالڪ آهي. اهو مالڪ اسانجا سڀ ڪرتوت ڏسي وينو. اهو سڀ جاڻندي ۾ ڏجرن ڪرڻ ٿا. جيستائين ڏجنداسين ته ليستائين ڀڄتي نہ ليندي.

## واه واه پوري گور ڪي باڻي.

هي انهن جا آکر آهن جن نام جو سواد ورتو آهي. سو گورو امرداس صاحب جن چون ٿا ته مان ڀهڻجي گوروءَ انگد صاحب جن تان ٻلهار وڃان جن مونکي نام جي سوجهي ڏني ۽ اچرج ڪرايو. نام، نام آهي! جنهن جي ملڻ ساڻ سڀ پاپ ناس ٿيو وڃن. مان سندن ۽ نام، ٻنهي جو ٿڪلڻ آهيان.

# ست سنگ جا وچن- (٧)

## راڳ سوهي محلا ٣. اشٽپديون

### ڪائيا ڪامڻ اتِ سٺالهيو پر وسيءِ جس نالي.

جيئن ڪنهن استريءَ جو پتي سائس گڏ سندس ئي گهر ۾ هجي ۽ ان ڏانهن ڪير آڱر به نه ئو کڻي سگهي، چاڪاڻ اها استري پتورتا آهي، سهاڳڻ آهي. اها حالت ساراهڻ جوڳي آهي. ساڳي طرح هيءَ ڪايا يا سريرِ به استري آهي جا تمام سهڻي آهي ۽ گهڻتاني اها آهي جو سندس پتي سائس ڪرندي. اها ڪايا جنهن پنهنجو پتي پرگهٽ ڪيو آهي، ساراهڻ جوڳي آهي. باقي سڀ ڏهاڳڻيون آهن. انهيءَ سهاڳڻ جو پتي ڪير آهي؟ شبد، نام يا ڌن. جنهن ڪايا ۾ نام پرگهٽ آهي، شبد پرگهٽ آهي يا ڌن پرگهٽ آهي اها ساراهڻ جوڳي آهي.

### پر سچي ٿي سدا سهاڳڻ، گور ڪا سبد سمهالي.

فرمائين ٿا ته جنهن ڪايا يا سرير ۾ شبد پرگهٽ ٿيل آهي سا سدائين لاءِ سهاڳڻ آهي. ڪيس وري چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڪرڻ وجهڻو پوندو. آتما نام جي انش آهي؛ جيڪڏهن سائس واپس وڃي گڏجي ته پوءِ سدائين سهاڳڻ آهي. جنهن منش جنم پاتي، نام جي جڳتي ورتي، اُن جي ڪمائي ڪئي، ۽ نام سان پنهنجو خيال جوڙي ڇڏيو، انهيءَ جو هن دنيا ۾ اچڻ مبارڪ آهي. اهو نام جي پڪتيءَ جي لائق آهي.

جيڪڏهن هن کي پورو گرو يا ڪامل مرشد ملي وڃي،
اهو ڏنيس راهه، ته هن جي جيئري ئي مڪتي ٿي وڃي. گرو
نانڪ صاحب جن فرمائن ٿا ته اهائي وات آهي پار پوڻ جي.
افسوس آهي جو هي مٺي ننڊ، ڪوڙي ته عجب جي ڳالهه
آهي جو استري ۽ پرش هڪ ٻئي ڪٽ ٿي لڪتا پيا آهن، پر
نه استري پرش جو مُنهن ڏٺو آهي ۽ نه پرش استريءَ جو.
نه استريءَ جو پتيءَ سان ميلاپ ٿيو نه سهاڳڻ ٿي، يعني
اندر ئي آتما آهي، اندر ئي سيڌس پتي اڪال پرک آهي،
ڪروڙين جڳ ٿي ويا پر ميلاپ ڪونه ٿيو.

جمڻ مرڻ وساريا، منمک مگڌ گوار.

فرمائين ٿا ته هي اَنڌو آهي، ٻوڙو آهي، اَحمق آهي،
منمک آهي. جي گورمک هجي ته ڦاسي ڇو؟

گور راکي سي اُبري سچا سبد ويچار.

هاڻ وري سک پڇي ٿو ته دنيا کان ڇٽڻ جو طريقو ڪهڙو
آهي؟ مهاراج جن فرمائين ٿا: مانس ديهيءَ ۾ هنکي گوروءَ
جي تلاش ڪرڻ گهرجي، ان کان نام وٺي، ڪمائي ڪري،
پهنجي لو شبد سان لڳائي، ته ته ته ڏڪا پيو کائيندو.
اهو سچو نام جنهن جي، ويد شاستر مهما ٿا ڪن سو هن ۾
آهي. جڏهن پنهنجو روح انهيءَ سان لڳائيندو تڏهن جمڻ
مرڻ کان ڇٽندو.

سوهڻ پنجر پريم ڪيءَ، بوليءَ بولڻهار.

فرمائين ٿا ته هي شرير پڃرو آهي جنهن ۾ آتما جو طوطو
قيد ٿي دنيوي ٻوليون پيو ٻولي. سندس اندر سچ آهي،
اڪال پرک آهي، امرت آهي. جي پردو کولي امرت پيئي
۽ سچ سان روح لڳائي ته ڇا ٿيندو؟ پڃرو ٽٽي پوندو، طوطو
سچ کنڊ اُڏامي ويندو. پر هي ائين ڪريٽي ڪونه ٿو. دنيا
جي ڪام ڪروڌ جون ٻوليون پيو ٻولي.

سچ چڳيءَ امرت پيئي، اُڌيءَ ته ايڪاوار.

سندس اندر آب حيات آهي، سندس اندر خود خدا
آهي، سندس اندر ڪروڙين خوشيون آهن سڀي شانتي
آهي. هي سچ جو چوڳو چڳيٽي نٿو، وشيءَ وڪارن جو چوڳو
پيو چڳي. اندر نٿو وڃي، پردو نٿو کولي. جي پردو کولي
ته پوءِ جمڻ ۽ مرڻ ۽ اچڻ وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت؟

گور ملئي خصم پڇاڻيئي،
ڪهه نانڪ موک دئار.

جرا جوهر نہ سکئي، سچ رهيءَ لو لاءِ.

إنسان جي أندر اهو سچ آهي، شبد ڏن آهي، گورباڻي آهي. جڏهن روح انهيءَ سان لڳائبو تہ أندر روشني ليندي. پردو کلي ويندو، جنم مرڻ کان هميشہ لاءِ ڇوٽڪارو ملي ويندو. انهيءَ کالسواءِ ٻي کاٻہ دوا سڄي برهمانڊ ۾ کانهي.

جيون مکت سو آکيئي، جس وچهہ هوميءَ جاءِ.

جيڪڏهن دي ٻاڻي مان هوميءَ ڪڍي، سچ جي لذت ولي تہ جيئري ئي مکت ٿي وڃي. مکتيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ ڀوڳيون استول شرير، سوکيم شرير، ڪارڻ شرير، وري رجو، تمو، ستو اهو ٽي گڻ، من، مايا ۽ پنجويهہ پرڪرتيون، اهي سڀ انسان جي روح جي مٿان پردا چڙهيل آهن، جن سيني جي لاهڻ کي مکتي چئجي ٿو. جنهن آتما جي مٿان اهي سڀ پردا لهي وڃن تنهن کي "جيون مکت" چئجي ٿو. جڏهن اهي پردا لهي وڃن تڏهن مالڪ پرگهٽ ٿئي ٿو ۽ جنم مرڻ کان آزادي ملي ٿي. "هوميءَ" جي ڪڍڻ جي دوا شبد آهي. هيءَ شبد جي ڪمائي ڪرڻي ڪرڻ ٿو. لکڻ پڙهڻ کي شبد سمجهي ويٺو آهي پر شبد لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ اچي نٿو سگهي، شبد ڌن آلمڪ آهي.

ڏنڏيءَ ڏاوت جگ باڌيا، نا بوجهيءَ ويچار.

فرمائين ٿا گورو نانڪ صاحب جن تہ سڄو جهان "هوميءَ" جي بيماريءَ ۾ مبتلا آهي ۽ "هوميءَ" ۾ جڪڙيو پيو آهي هي دليوي قومن ۽ ديسن کي پنهنجي قوم ۽ ديس سمجهي ويٺو آهي ۽ انهن ۾ ڦاسي پنهنجو أصل ديس ۽ قوم وساري ويٺو آهي. هي أندو آهي ۽ أندو ئي ڪرم ڪري رهيو ۽ ٻاڻي کي ڦاسائي رهيو آهي.

”ايهو جڳ مِٺا اڳلا ڪن نه ڏٺا“. ڪيس اها خبر ئي ڪانهي ته مان ڪري ڇا رهيو آهيان. ٻرا ڪرم نه ڪريو، سزا نه ڀوڳي ٿو پر ٻار ننڍو آهي. جيڪي ڪرم ڪجن ٿا انهن جو حساب ضرور ڀرڻو آهي. اهو خيال ڪير نه ٿو ڪري ته حساب ڪرڻ وارو ويٺو. گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”ليکا رب منگيسيا بيٺا ڪڍ وهي.“

ڌرمراءِ حساب وٺي ٿو ۽ ڪيئن نه ڪري وٺي ٿو.

هومءِ بکھ پاءِ جڳت اپائيا سبد وسيءِ بکھ جاءِ.

ٻابا وري سک پڇي ٿو، مهاراج! هن ”هومءِ“ جي بيماريءَ کان ڇٽڻ لاءِ ڪو علاج آهي؟ فرمائين ٿا ته اها ”هومءِ“ جي بيماري سڄي سنسار کي لڳل آهي. گرو گرنٿ صاحب ۾ لکيل آهي:

”هون وچ آيا، هون وچ گيا، هون وچ جميا، هون وچ موا.“

سڄي ڳڙي ”هومءِ“ جو ڦلو ڪيڏي ٿي. آخر چوڻ ٿا:

”هومءِ ديرگهه روگ هي دارو ڀه اس ماهين.“

اهو هومءِ روپي سلهه جو مرض سڄي دنيا کي لڳل آهي. پر بيماري اندر آهي ته دوا به اندر آهي. ڪهڙي دوا آهي:

”ڪرپا ڪري جي آپڻي تان گرو ڪا سبد ڪماهين.“

جيڪڏهن واهگرو ڪيس ٻاٻا سان ملائڻ چاهي ته هن کي پورو ستگرو ملائي ٿو. گرو چوي ٿو ته پنهنجي روح کي نام سان ڳنڍيو. جڏهن هو نام سان روح کي ڳنڍي ٿو، سندس پردو کليو پوي، روح ڪندن ٿي هميشه لاءِ چڙهيو وڃي ۽ سندس زهر نڪري وڃي. اها بيماري هر ڪنهن جي اندر آهي ۽ دوا به هر ڪنهن جي اندر آهي پر بنا ستگرو جي نٿي ملي. دوا ڪهڙي آهي؟ ”اکنڊ ڪيرتن“. ٻي ڪا به نه. ڪروڙين جپ تپ ڪرڻ ”هومءِ“ ناس نٿي ٿئي، نام جپڻ، ناس ٿي ويندي.

گور ڪي سيوڪ ڪؤ دکہ نہ بيابيۓ ،
گور ڪا سيوڪ دهہ دس جاپيۓ ٠

جيڪڏهن (ڪمائي ڪرڻ سان) گورو اندر ۾ درشن ڏئي تہ انهيءَ سان سکہ ڳالهيون ۾لهيون ڪري ٿو، ٻيءَ سکہ کي ڪوبہ دک ڪونهي ٠ اگر ڪو ڪولو ڪرم اچي وڃو تہ پيار سان پرڳيندو ٠ ڇو تہ کيس خبر آهي تہ جڏهن اهو پورو ٿيندو تڏهن سڀ شکہ ٿي ويندا ٠

گور ڪي مهما ڪٿن نہ جائي ،
پار برهم گور رهيا سمائي ٠

ڇون ٿا تہ گوروءَ جي ڪهڙي مهما ڪجي! گورو پار برهم آهي ، گورو پرميشور آهي ، گورو ست پرش آهي ٠

ڪهہ نانڪ جا ڪي پوري ڀاڳہ ،
گور چرني تا ڪا من لاگہ ٠

هاڻ گورو صاحب فرمائين ٿا تہ جنهن جو تمام اُتم ڀاڳہ آهي ، انهيءَ جوئي گوروءَ سان پورن پيار ٿئي ٿو ۽ من جو گوروءَ سان نالو جڙي ٿو ٠ نہ تہ ڪام ، ڪروڌ ، لوڀ ، موہ ، اهنڪار ۽ ٻيا سنساري ماٺهو ، من کي گوروءَ طرف وڃڻ ٿي نٿا ڏين ٠ تمام وڏا ڀاڳہ هجن جو انساني چولو ملي انهيءَ کان وڏا ڀاڳہ هجن جو ستگرو ملي ۽ نام ملي ٠ بس ٠

سک ڪٿي نظر نٿو اچي.

و نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

„سچ ٿان پر جاڻيي سـڪ سچي لـهي،
ديا جاڻي جيءَ ڪي ڪڇ پن دان ڪري"

سک جو ڌرم آهي ته ستگوروءَ کان اپديش وٺي، ڪمائي
ڪري اندر وڃي. فرمائين ٿا:

„سچ ٿان پر جاڻيي جان آتم تيرٿ ڪري نواس"

جيڪو ڏسوين ڏوار ۾ پهچي، الي سچي آمرتسر ۾ اشنان
ڪري ٿو اهو سچو سک آهي. چون ٿا ته جيڪڏهن ڪنهن جو
من گوروءَ جي چرڻن ۾ لڳي وڃي ۽ اندر گوروءَ جو درشن
ٿي وڃي ته پوءِ ٻيو ڇاجو؟ پوءِ ڏک ۽ سک اثر نٿو ڪري.
شانتي اچيو وڃي. گرو آمرداس صاحب جن فرمائين ٿا:

„نانڪ جن ڪو ستگور مليا تن ڪا ليکا نبڙيا"

گور ڪي سيوا پائي مان، گور او پر سدا قربان.

جيڪڏهن گوروءَ جو سچو سيوڪ لڳي ته سيڪنڊ تائين
ڪير ۾ نٿو روڪي سگهي. سدو الي پهچي، مان پاڻهي ٿو.
گرو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا ته اهڙي گوروءَ تان اسين
بار بار بلهار آهيون، قربان آهيون.

گور ڪا درسن ديکـــــ نهال،
گور ڪي سيوڪ ڪي پورن گهال.

جيڪڏهن سک گوروءَ جو درشن ڪري بيحد خوش ٿ
ٿي، ته سمجهو ته سندس ڪمائي اوچي آهي پر جيڪڏه
نندا ٿو ڪري ته سدو نرڪ ۾ ٿو پهچي. هڪ مهاتما چو

„بهج ڪرتي گوران ٿون بيمک نندا ڪرن ٻرالي،
ڪبي نرڪ ٿيهان دا واسا ٿبدي جم قصائي."

گوروءَ جي ذڪيل کي پرميشور ۾ نٿو سيالي.

لڳا ته اسان جو گوردوارو انهن جي رياست ۾ آهي اڻي
ٻاهران گهٽيڙي سگهون ٿا، ٻاٽيهي هؤ ٻيو سگهه انهن مان
ڪٽيندو. اهو ٻڌي سيني ٻچا او ۽ چوڻ لڳا ته اسان ڇو نه
ٻاڏڪي پيش ڪيو. آخر چوڻ لڳا ته ”اسان جي سمجهه ۾
ڪجهه به نٿو اچي بادشاهن جون رمزون بادشاهه ئي سمجهن.“
حقيقت ۾ اسين ناڻي ۾ سگهه آهيون پر اسان ۾ سچي سگهه جي
لياقت ڪانهي. هڪ دفعي ٻئي سري گورو اَرجن صاحب جن
کي عرض ڪيو ته اسان جي نياڻيءَ جو وواهه آهي هرهڪ
سگهه کان هڪ ٽڪو اوڳڙ ڪرائي ڏيندا ته اسان جو ڪارج ٿي
ويندو. گورو صاحبن چيو چڱو. پت ڏاڍا خوش ٿيا. انهن
ويچار ڪيو ته هيڏانهن قابل قدار ٿائين، هوڏانهن بنگال ٿائين
سگهه آهن، هزارين رپيا ڪنا ٿي ويندا. ڪجهه ڏينهن اهڙي
طرح گذري ويا. آخر هڪ ڏينهن همت جوڙي عرض ڪيائون
حضور! اسان کي هرهڪ سگهه کان ٽڪو ولي ڏيو. وري
گورو صاحبن چيو چڱو ۽ پيا ڀه مهنا گذري ويا. ٻئي وري
عرض ڪيو مهاراج! اسانکي شادي ڪرائڻي آهي ڪرپا
ڪريو. گوروجن چيو سياڻي ٿوهانکي ڏيندس. هاڻ سنئن
وٽ ڇا هوندو آهي؟ پت سوچڻ لڳا ته اوڳڙ ٿي ڪرنهي
پتو ناهي ته ڪٿان ڏيندو. جڏهن پيو ڏينهن ٿيو ته نه ڪا
سنگت ئي آئي نه پيتا ئي. گوروجن ساڍا چار ٽڪا ٻئي
جي اڳيان رکيا ۽ چيو ته هي ولو. پت حيران ٿي ويا، چوڻ
لڳا ته هي ڇا آهي؟ گورو صاحبن چيو ته پهريون سگهه
گورو نانڪ صاحب، ٻيو سگهه گورو اَنگد صاحب، ٽيون سگهه
گورو اَمرداس صاحب، چوٿون سگهه گورو رامداس صاحب ۽
اَڌ سگهه مان آهيان.

پت ڏاڍا ناراض ٿيا. خير وڌيڪ ڇا ٿيو ٿهڪي ڇڏي
ڳالهه جو مطلب اهو آهي ته سچو سگهه ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

گور پرميسر ايڪو ڄاڻ،
جو تس ڀاويءِ سو پرواڻ.

ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. ايستائين من کي مڃائڻ ته گرو ۽ پرميشور هڪ ئي ڳالهه آهي. اهيءَ منزل تي پهچڻ ڪٺن ورلي جو ڪم آهي ڇو ته ته من ڪيترائي شڪ شبهه پيدا ڪري، اڙاؤ آڻيو ڇڏي. اها سکيا گرو نانڪ صاحب جن جي آهي. تمام اوچي منزل آهي. آسان ڪم ناهي.

گور چرڻي جا ڪا من لاڳيءِ،
دک درد ڀرم تا ڪا ڀاڳيءِ.

فرمائين ٿا ته نئون دروازا ڇڏي، سورج منڊل، چندرما منڊل ۽ تارا منڊل لنگهي، گروءَ جي چرڻن ۾ پيار لڳي ويو. پوءِ دک ڇا جو؟ جڏهن ڪا تڪليف ايندي ته ستگرو ان لاءِ ٻڌائيندو ته هي دک تنهنجي فلاڻي پوئين ڪرم ڪري آهي، تنهن ڪري پيار سان ڀوڳي وٺ. جيڪڏهن ٻالڪ پاڻ کي ماءُ جي گود ۾ ڇڏي ڏئي ته کيس ڪهڙو فڪر؟ ماءُ کيس سنان ڪرائيندي، ڌوئيندي، کارائيندي، پيئاريندي مطلب ته سندس سموري سنڀال ڪندي. اهڙي طرح جيڪڏهن سک پاڻ کي گروءَ جي حوالي ڪري ڇڏي ته کيس ڪو به دک نه ايندو. پوءِ باقي کيس ڪرڻو ڇا؟ "ملبا رام ٻي آنت سکه." هڪ دفعي حيدرآباد جي نظام، گرو گوبند سنگهه صاحب جن کي چيو ته پنج سک ڏياري موڪليو. گرو صاحب پنهنجن ديوان ۽ اهلڪارن وغيره کي چيو ته نظام جي حڪم جي تعميل ڪريو. هو چوڻ لڳا ته هرنام سنگهه، ويرسنگهه وغيره مضبوط ۽ بهادر سک آهن انهن کي موڪلي ڏيو. گرو صاحب کي ته فقط پريکشا وٺڻي هئي، کي موڪلڻو ڪونه هو. سو اهو حال ڏسي ڪلي چوڻ

لڳا ته اسان جو گوردوارو انهن جي رياست ۾ آهي اتي ٻاهران گهڻيئي سک وڃن ٿا، ٻاٽيهي هزُ پنج سک انهن مان ڪٽندو. اهو ٻڌي سيني پڇتايو ۽ چوڻ لڳا ته اسان جو نه ٻاٽڪي پيش ڪيو. آخر چوڻ لڳا ته ”اسان جي سمجهه ۾ ڪجهه نٿو اچي بادشاهن جون رمزون بادشاه ئي سمجهن.“ حقيقت ۾ اسين نالي ۾ سک آهيون پر اسان ۾ سچي سک جي لياقت ڪانهي. هڪ دفعي پنهنجي سري گورو ارجن صاحب جن کي عرض ڪيو ته اسان جي نياڻيءَ جو وواه آهي هرهڪ سک کان هڪ ٽڪو اوڳڙ ڪرائي ڏيندا ته اسان جو ڪارج ٿي ويندو. گورو صاحبن چيو چڱو. پٽ ڏاڍا خوش ٿيا. انهن ويچار ڪيو ته هيڏانهن قابل قنڌار ٿائين، هوڏانهن بنگال ٿائين سک آهن، هزارين رپيا ڪنا ٿي ويندا. ڪجهه ڏينهن اهڙي طرح گذري ويا. آخر هڪ ڏينهن همت جوڙي عرض ڪيائون حضور! اسان کي هرهڪ سک کان ٽڪو وٺي ڏيو. وري گورو صاحبن چيو چڱو ۽ پيا ٻه مهنا گذري ويا. پنهنجي وري عرض ڪيو مهاراج! اسانکي شادي ڪرائڻي آهي ڪرپا ڪريو. گوروجن چيو سياڻي لوهانکي ڏيندس. هاڻ سنتن وٽ ڇا هوندو آهي؟ پٽ سوچڻ لڳا ته اوڳڙ ٿي ڪونهي پتو ناهي ته ڪتان ڏيندو. جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو ته نه ڪا سنگت ئي آئي نه پيتا تي. گوروجن ساڍا چار ٽڪا پنهنجي جي اڳيان رکيا ۽ چيو ته هي ونو. پٽ حيران ٿي ويا، چوڻ لڳا ته هي ڇا آهي؟ گورو صاحبن چيو ته پهريون سک گورو نانڪ صاحب، ٻيو سک گورو انگد صاحب، ٽيون سک گورو امرداس صاحب، چوٿون سک گورو رامداس صاحب ۽ اڌ سک مان آهيان.

پٽ ڏاڍا ناراض ٿيا. خير وڌيڪ ڇا ٿيو تنهنکي ڇڏي ڳالهه جو مطلب اهو آهي ته سچو سک ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

گور پرميسر ايکو جاڻ،
جو تس پساويءِ سو پرواڻ.

ڏاڍي ڏکي ڳالھ آھي. انسانن من کي مھاڻا ڪ گورو ۽ پرميسور ھڪ ئي ڳالھ آھي. انھيءَ منزل تي پھچڻ ڪيھن ورلي جو ڪم آھي ڪ ڪ ڪ من ڪيترائي شڪ شبرہ پيدا ڪري، اٻاڙو آئيو چڙي. اھا سکيا گورو نانڪ صاحب جن جي آھي. تمام اوچي منزل آھي. آسان ڪم ناھي.

گور چرڻي جا ڪا من لاگيءِ،
دک درد ڀرم تا ڪا ڀاڳيءِ.

فرمائين ٿا ڪ نئو دروازا چڙي، سورج منڊل، چندرما منڊل ۽ تارا منڊل لنگھي، گوروءَ جي چرڻن ۾ پيار لڳي ويو. پوءِ دک ڇاجو؟ جڏھن ڪا تڪليف اچدي ڪ ستگورو ان لاءِ ٻڌائيندو ڪ ھي دک تنھنجي ڀلائي پوئين ڪرم ڪري آھي، تنھن ڪري پيار سان پرڳي وڃ. جيڪڏھن ٻالڪ ٻاھر کي ماءُ جي گود ۾ چڙي ڏئي ڪ ڪيس ڪھڙو فڪر؟ ماءُ ڪيس سنان ڪرائيندي، ڌوئندي، کارائيندي، پيئاريندي مطلب ڪ سڀ سمورو سنڀال ڪندي. اھڙي طرح جيڪڏھن سک ٻاھر کي گوروءَ جي حوالي ڪري چڙي ڪ ڪيس ڪو ۾ دک ڪ ايندو. پوءِ باقي ڪيس ڪرڻو ڇا؟ "مليا رام ني انت سک." ھڪ دفعي حيدرآباد جي نظام، گورو گوبند سنگھ صاحب جن کي چيو ڪ پنج سک ڏياري موڪليو. گورو صاحبن پنھنجن ديوانن ۽ اھلڪارن وغيرہ کي چيو ڪ نظام جي حڪم جي تعميل ڪريو. ھو چرڻا لڳا ڪ ھرنام سنگھ، ويرسنگھ وغيرہ مضبوط ۽ بھادر سک آھن انھن کي موڪلي ڏيو. گورو صاحبن کي ڪ فقط پريکشا وٺڻي ھئي، سکن کي موڪلڻو ڪونہ ھو. سو اھو حال ڏسي ڪلي چرڻا

# سـت سنگ جا وچن - (٢)

## راڳ گونڊ - محلا ٥.

گورو گورو گور ڪر مــن مور،
گـــورو بنا مين نـاهين هـــور.

هاڻ گورو اَرجن صاحب جن فرمائين ٿا ته اي من! تون گورو گورو ڪر. مونکي گوروءَ کان سواء ٻيو ڪوبه نظر نٿو اچي. انهيءَ برابر مونکي ٻيو ڪو پيارو ڪونهي. کهڙو نه اتم ويچار آهي!

گور ڪي ٽيڪ رهئه دن رات،
جاڪي ڪوءِ نـــه ميٽيءِ دات.

دنيا جون جيڪي به بخشيشون آهن سي سڀ ئي بقا
آهن. بادشاهتون، حڪومتون سڀ ناس ٿيو وڃن، پٽ ڏيٺرون
ه سڀ گذاري ويندا، پر جيڪا ڏات يا بخشيش گورو تو
ئي سا ڪڏهن به فنا ٿيڻي ناهي. هوُ کهڙي ڏات تو ڏئي؟
. جنهن کي تنکو چور چورائي ٿو سگهي، تنکو جمدوت
ي سگهن ۽ جنهن ڪري ڌرمراء جي دربار ۾ به وڇڙو
بوي. انهيءَ نام برابر ٻي ڪابه ڏات ڪانهي. وڏيڪ
ين ٿا ته اسين رات ڏينهن، سمهندي جاڳندي گوروءَ
يان ۾ مگن آهيون اسان کي ٻئي ڪنهن سان به پيار
ي.

وسي رهيو آهي. پر نه ستگرو مليو نه پردو کليو ۽ نه اَمرت
پياتائين. جيڪو ستگروءَ کان نام وٺي ڪمائي ڪري ٿو، ستگرو
انهيءَ کي پار پوڄ پر وليو وڃي ۽ جيڪو الي ڀڄي ٿو سو
اَمرت پيئي ٿو. گورو اَمرداس صاحب جن فرمائين ٿا:
"ڪاٿا اَندر اَمرتسر ساچا من پيوي ڀائي سڀائي هيءِ." سچو
اَمرتسر هن سرير اَندر آهي. پاڻ جي لاهڻ لاءِ سچي برهماند
۾ هڪ ئي دوا آهي اها ڪهڙي آهي؟ نام. گورو اَرجن
صاحب جن فرمائين ٿا، "سرب روگ ڪا اوکد نام." نه ليرڪ،
نه جپ، نه تپ، نه پڙهڻ نه پڙهائڻ، (گرنٿ ۽ پوٿيون)، انهن
۾ مڪتي ڪرائي. گورو نانڪ صاحب چون ٿا:

پڙهيه جيتي برس برس پڙهيه جيتي ماس،
پڙهيه جيتي آرجا پڙهيه جيتي ساس،
نانڪ لبکي اڪ گل هور هومي جهکڻ جهاڪ.

پڙهڻ پورو ڪرائي، جيستائين اَندر پردو نه کلي، مان پڙهڻ
لاءِ منع نٿو ڪريان پر پڙهڻ مقصد ڪرائي. پڙهڻ جو ڦل
ڪهڙو آهي؟ "اَندر پردو کولڻ". جي پردو نه کليو ته پڙهڻ
مان فائدو ڪهڙو؟ نام ئي آهي جيڪو جنم جنم جي مل
لاهي ٿو.

جن نانڪ اَلم پد پايا ستگور ڪي لِو لاءِ.

ڪاڻ سري گورو رامداس جن چون ٿا ته اسين ستگروءَ
جي شرن ۾ واسين، انهن سان پيار ڪيون، انهن اسان کي
نام ڏنو ۽ اسان جي آتما اڪال پرکه سان ملي وڃي.

۽ پوءِ جرخو هلائيندڙ جوڪري ۾ نام ڏيئي سگهي ٿي • جن جون اکيون ڪلبل آهن اهي ستگوروءَ جو قدر جاڻن ٿا پر جن جون اکيون بند آهن انهن کي ڪهڙي خبر ته ستگورو ڇا آهي •

جڏهن حضرت عيسيٰ (Christ) کي ڦاسي ڏني ٿي ويئي ، تڏهن آواز آيو ته جي تون چئين ته مان هنن کي ماري ڇڏيان • مگر ڪرائسٽ چيو ، "جي تون ڪرپا ڪرڻ چاهين ته هنن کي اکيون بخش ته مونکي سڃاڻي سگهن ." هنن کي سمجهه ئي ڪونه هئي ته ڇا ڪري رهيا هو •

ڪيترائي ستسنگي اچن ٿا ۽ چون ٿا ته مونکي نام ورتي ويهه سال ٿي ويا آهن پر اندر ڏري ۾ روشني ڪونه ٿي ڏسجي؟

جي اندر نه ويندا ته روشني ڪيئن ڏسڻ ۾ ايندي؟ جيڪڏهن بيمار ڊاڪٽر کان دوا وٺي کيسي ۾ رکي ڇڏي ته بيماري ڪيئن لهندي؟ جسمانين نام جي ڪمائي نه ڪئي جسمانين اندر پردو ڪونه کلندو ، شبد پرگهٽ نه ٿيندو ۽ نه روح مالڪ سان ملندو •

ڏن وڏڀاڳي وڏڀاڳيا ، جو آءِ ملي گور پاس •

هاڻي گورو رامداس جن فرمائن ٿا : اهي وڏن ڀاڳن وارا آهن ، اهي ڏن آهن جن گوروءَ جي شرن وٺي نام جي ڪمائي ڪئي آهي •

جنان ستگور پرکه نا پيٽيو ، سي ڀاڳ هيڻ وس ڪال •

فرمائن ٿا ته جن مکه جنم پاڻي ستگوروءَ کي پرايت نه ڪيو اهي ڏاڍا بدنصيب آهن • جڏهن موت ايندن تڏهن ڪيڏانهن ويندا • انهن کي جمدوت وٺڻ واسطي ايندا •

جيڪڏهن سک نام جي ڪمائي ڪري ته گورو امرداس جن جو هيءُ حوالو ڪڏهن ڪوڙو ڪونه ٿيندو •

"[illegible] جم مار نه ساڪي ، گور ڪي سبدي نبر نہ آئي •"

بيو ڪو بہ ڏن ڪونهي. دنيا ۾ گــورو گهڻيئي آهن، سڪ لورا آهن انهيءَ ڪري دنيا گوروپڻي کان نفرت ٿي ڪري ۽ سچ پڻ آهي تہ:
”ٻن گورداليءَ ڪوئي نہ پائي، لک ڪوٺي جي ڪرم ڪمائي.“
(سري گورو امرداس صاحب)
جيستائين پورو گورو نہ ملي تيستائين نام ڪونہ ملندو. پورا گورو هندن ۾ بہ آهن، مسلمانن ۾ بہ آهن، پر انهن سان ميلاپ ڀاڳن سان ٿئي ٿو. لوهين ”الله صاحب“ ۾ روز پڙهو ٿا گورو امرداس صاحب جن جون ٿا:
”ڌرم ڪرم پاليا تہ جن کو سچي نام هرکي لاگي،
ڪهي نانڪ تهہ سک هوٿا تت گهر انهد واجي.“
ڌر درگاه مان جن کي مالڪ ڏيڻ چاهي ٿو انهن کي پڻ اچيتو ۽ انهن اندر انهد شبد وڄي ٿو، باقي باهر ٿي باهر رهيا، خالي آيا خالي هليا ويا. سندن آتما شبد سان ڪونہ جُڙي. اهڙا دولت سمت اسان واسطي ڪٽي ٿا اچن ۽ اسين انهن سان ڪهڙو ورتاءُ ٿا ڪريون؟
اسين انهن کي چئون ٿا تہ لوهين آهي اپديش اسان کي ڇو ٿا ڪريو؟
حضرت محمد صاحب جا ڏند ڀڳا ويا، حضرت عيسيٰ (Christ) کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو. گورو تيغ بهادر جن جو چانڊني چوڪ دهليءَ ۾ سر لاٿو ويو، گورو ارجن صاحب جن کي تتل توي تي وهاريو ويو، گورو نانڪ ديو جن کي قيد ڪيو ويو، ڇهين پاتشاهيءَ کي گواليار جي قلعي ۾ بند ڪيو ويو. مطلب تہ هڙ اسان کي ڪڏهن اچي ٿا اسين هنن کي ڏک ڏيون. هڙ (ڪال پکوان) بڻجن چاڙهن کي سنتن جي مخالفت ۾ سارو سان موڪليندو آهي، يعني جتي رحمان (ديال) آهي (ڪال) بہ اچيتو.

چڏين. جيڪڏهن هن انساني جنم پائي نام جي ڪمائي نه
ڪئي نه ڪين ڏڪار آهي. فرمائين ٿا نه اي واهگورو! تون مون
تي اها ڪرپا ڪر، گورمک، مهاتما، سنت، سچکنڊ ڏانهن
وڃڻ وارو ستگورو ملاءِ نه اهو مونکي تنهنجي پريم ۽ پيار جي
اوستا سمجهائي.

هؤن تس وٺهه چؤ کنيئي، مٿن نام ڪري پرڳاس.

فرمائين ٿا جيڪو مونکي نام ڏئي، مان انهيءَ کي تن من
ڌن ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مان انهيءَ تان بار بار قربان ٿيڻ لاءِ
تيار آهيان.

ميري پريتما هؤن جيوا نام ڌيائي،
بن ناوئ جيوڻ نه ٿيئي ميري ستگور نام درڙاءِ.

فرمائين ٿا: اي پرميشور! بنا نام جيئڻ نٿو ٿئي. چاهيان
ٿو نه سڄي عمر تنهنجو نام جپيندو رهان. اي ستگورو! تون
مونکي نام ڏي!! جيئن مان نام جپي توسان ملي وڃان،
تنهنجي شيوا ڪريان. هاڻ پڙابو نه جي نام لفظ هجي نه ڪتاب
پڙهيا پيا آهن. گوروءَ وٽ وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟
نام نه گورمکي آهي، نه عربي، نه فارسي ۽ نه سنسڪرت.
اهو لکڻ پڙهڻ ۽ چوڻ ۾ نه ٿو اچي. ملي ڪڏهن ٿو؟ جڏهن
ڏهه دروازا چڏي مٿي چڙهبو. جي ائين ٿي ملي وڃي نه گورو
امرداس صاحب اهڙ اوستا ۾ ٻارهن سال پاڻي ڇو ڍوئيو يا
ٻين مهاتمائن محنتون ڇو ڪيون؟

نام اَمولڪ رتن هيءَ پوري ستگور پاس،
ستگور سيوئ لڳيا ڪڍ رتن ديويءَ پرڳاس.

فرمائين ٿا نه نام اَمولڪ دولت آهي پر پوري گوروءَ يا
ڪامل مرشد وٽ آهي. سڄو گورو گرنٿ صاحب پڙهي ڏسو
نه پوري گوروءَ جي مهما ڪيل آهي. نام جي ڏن ڪان مٿي

# ست سنگ جا وچن

## سري راگ-محلا ۴

نام ملي من ترپتلي بن ناميءَ ڌرگ جيواس.

هيءُ مضمون سري گرو رامداس جي مبارڪ چوڻن بالشاهيءَ جو آهي.

جيڪڏهن سچي شانتي وٺڻي آهي ته اها نام ۾ آهي. ڪروڙن ڪيترن برهمڻن جي بادشاهي ملي وڃي لڏهن به شانتي نه ٿي ملي، ڪروڙين پدارٿ پرگڻ لاءِ ملن ته به شانتي نه ٿي ملي، ڀل اکين ۾ اٿن هجي ته جيترا به دنيا جا سامان آهن انهن ۾ شانتي ڪانهي. جيڪڏهن آهي ته به ٿوري وقت لاءِ. جيڪا سچي شانتي آهي سا انسان جي اندر آهي. ها اندر ٿين پردي کلڻ جي شانتي ڪرڻ ملندي. شانتيءَ ، پراپتي نام ۾ آهي. جي شانتي ٻاهر هجي ته جيڪي علم سائنس پڙهيل آهن انهن کي ملي. اهو علم ڪهڙي ڪم جو، جهڙڪري انسان فاصلي ٿجي، انسان جو قتلام ڪري.

ڪوٽي گورمکم سچڻ جي مليءَ،

مڻن دسي پرڀ گڻ تاس.

گرو رامداس صاحب فرمائين ٿا ته شانتي نام ۾ آهي، خوشي ام ۾ آهي، تسلي نام ۾ آهي، ها نام جيڪن ڪتا ٻلا پيٽ ڀري هلبو وڃن ليڪن انسان به هليو وڃن. جنم برباد ڪيو

# پرم سنت ستگورو

## حضور بابا ساون سنگھ جي مهاراج جن

## جا مکھ واک ستسنگ

لڀڻ ڪري ھي موقعو آھي .... سوچڻ جو، سمجھڻ جو.
جيڪو وقت ويو سو ويو. باقي جيڪي آھي سو نہ وڃايون. ڪڏھن شبد ابياسي مھاتما جي، شري ولي ڀڄڀجي "نج گھر" ڏانھن وک وڌايون. جيئن سامي جن فرمائين ٿا:

"گذري سا گذري، باقي وک رھيو سان،
- وڃي ساڌ سنگت ۾ سامي پڇا ڪري؛
ٿہ ٻوڙي ٻاٽا ٻوڙن ڪٽي ولن ھيت سان."

ڪرشن ٻاٻاڻي -

"ڪتني ميٺي کانڊ سي ڪرني وش ڪي لوڻ،
ڪتني تج ڪرني ڪريءَ تو وش سي امرت هوڻ."

سنت مت ۾ ٽي مکيه ڳالهيون آهن. **سنگورو، ست نام، ست سنگم.**

**سنگورو** مالڪ جو مانش روپ آهي جو هن دنيا ۾ اچي، انسانن کي نام ڏيئي، پڪتي ڪرائي، ڀوساگر پار ڪرائي پنهنجي نج گهر، سچ کنڊ وٺيو وڃي.

**ست نام.** هي شبد ڌارا آهي جا مالڪ وٽان نڪري ٿي ۽ هميشه ۽ هر ڪنهن ۾ وڃي رهي آهي. انساني آتما جڏهن ستگوروءَ جي ديا سان انهيءَ سان ڳنڍجي ٿي ۽ منجهس لنولين ٿئي ٿي، تڏهن سندس هوميءَ ناس ٿيو وڃي ۽ اها کيس هن ستول دنيا مان ڪيڍي، سچ کنڊ کڻيو وڃي ۽ کيس جنم مرڻ کان مڪتي ڏيو ڇڏي.

"جيون مڪت سو آکيئي جس وچون هوميءَ جاءِ."

**ست سنگم.** ستگوروءَ جي حاضريءَ ۾ وهڻ، سندس وچن سڻڻ ۽ ويچارڻ، سنتن جي باڻي پڙهڻ ۽ ويچارڻ اهو آهي ٻاهريون ستسنگ. ستگوروءَ جي ٻڌايل نام جو سمرن ڪرڻ، ستگوروءَ جي روپ جو ڌيان ڪرڻ ۽ آتما کي شبد ۾ لنولين ڪرڻ اهو آهي اندريون ستسنگ.

سنت مت ايترو قديم آهي جيترو انسان. اهوئي مڪتيءَ جو سولو مارگ آهي. ٻين سڀني متن ۾ ويچارن جو ڀيد آهي سنتن جي ويچارن ۾ ايڪتا آهي. گورو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب، شمس تبريز، مولانا روم، سوامي جي، تلسي صاحب، پلٽو صاحب، سامي صاحب وغيره، سڀني جي باڻي پڙهي ڏسو. هڪ ئي ڳالهه آهي. ستگور ڳوليو، نام وٺو، ڪمائي ڪري مڪتي پايو.

آهيون؟ ڇا، گهر گرهستي ٻالي، ڪالي، ٻي، سموئي، آخر مري وڃڻ لاءِ؟ اهو ته جانور ٻه پيا ڪن. باقي هي عقل ۽ ٻڌي صاحب ڇا لاءِ ڏني؟ انهيءَ لاءِ ته سچ ۽ اسچ پرکيون، پنهنجو ڀلو ۽ ٻرو سوچيون! دنيا جا پدارٿ جي اسٿر آهن، مايا جو کيل آهن، جي ٻنا آهن انهن ۾ اٽڪو ته لهڻجي ويا آهيون جو پنهنجو نج روپ، پنهنجو نج ديس، جو ئي سچ آهي ۽ امر آهي انهيءَ کي وساري ويٺا آهيون. ڪرڙين سڪن ٻلبان ٻولدي، لوڪرون ٻه ڪانئون ٿا، ڏکي ٻه ليون ٿا، پر نه سڏرون ٿا، نه سمجهون ٿا.

هيءَ دنيا اسپتال آهي، جتي اسين ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار روپي بيمارين جي علاج لاءِ آيا آهيون، پر ان کي پنهنجو گهر سمجهي ويٺا آهيون. اسپتال ڪٿي ڪيتري ٻه سهڻي هجي پر ان ۾ ڪير سک سان رهي سگهندو؟ سچو سک ته پنهنجي گهر ۾ ئي ملندو آهي.

”پنهنجي گهر“ واپس موٽڻ جي واٽ سنت مت آهي. هي مت ڪنهن گرنٿ يا ڪنهن ٻئي پنٿ جي آڌار تي ٻڌل ناهي پر ”انهد شبد“ جنهن کي گرو نانڪ صاحب جن ”آد سچ جڳاد سچ هئه ڀي سچ نانڪ هوسي ڀي سچ.“ ڪوٺين ٿا، سو ئي ان جو بنياد آهي. هيءَ مت مرڻ بعد مالڪ سان ملڻ جو انجام نٿو ڪري پر هن ئي حياتيءَ ۾ گهر ٻار ڇڏڻ کانسواءِ، دنيا جا ڪم ڪار ڪندي پريءَ کي پائڻ جي واٽ آهي. هي واد وواد، گيان گوشٽ ۽ ڳالهين ڪرڻ جو مت نه آهي پر نج ڪرڻي ۽ رهڻيءَ جو مت آهي. بس اکرن ۾، هي جاڻڻ جو نه پر ٻڻجڻ جو مت آهي.

To be and not to know, is the essence of this system

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

ڏُن .

جيڪڏهن سنگورو لاءِ پيار ۽ پريم آهي ۽ مڃهس پورن پرتيت آهي ته سندس سروپ اندر اچيتو. شبد، گُروءَ جو آتمڪ روپ آهي ۽ گُرو، شبد جو انساني روپ آهي، تنهنڪري شبد ۽ سنگورو ٻئي هڪ ئي آهن. سو جيڪڏهن اندر سنگوروءَ سان ميلاپ ٿيو ته شبد سان ميلاپ ٿيو.

باڻي چوي ٿي:

"شبد گورو، سرت ڌن چيلا."

شبد ٻر زبردست ڪشش آهي. انسان جي آتما شبد جي ئي انس آهي تنهن ڪري جڏهن شبد سان ملي ٿي تڏهن سر بر مان ڪيڏيءَ مٿي روحاني ديس ٻر چڙهيو وڃي. پوءِ اندر سنگوروءَ جي نوراني روپ جي رهبريءَ هيٺ جدا جدا منزلون طئه ڪندي، آخر جتان شبد نڪري ٿو (سچ کنڊ) اتي وڃيو پهچي ۽ مالڪ سان اهڙي ريت ملي ٿي وڃي جهڙي طرح جوت ٻر جوت يا سمنڊ ٻر قطرو.

"جئه جل مهه جل آءِ کٽانا،
تئه جوتي سنگ جوت سمانا."

## هي آهي سنت مت.

اسين جيوَ ڪيڏيءَ نه اگهور ننڊ ٻر آهيون. کاڻ، پيڻ ۽ سمهڻ ٻر ئي پورا آهيون. اهو ياد ئي ڪونه اٿون ته ڪو مرڻو آهي. ٻين کي مرندو ڏسي به اٿين سمجهي ويٺا آهيون ته اسان کي مرڻو ئي ڪونهي. جيئن سري گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"کاڻا پيڻا هسڻا سئڻا وسر گيا هيءِ مرڻا."

ٻيا گهڻيئي ٿا سوچ ويچار ڪرين، عقل جا داو پيچ لڙايون پر اهو ڪي سوچون ٿا ته هن دنيا ٻر آيا ڇا جي واسطي

ڏندي ڏاڙهيءَ جو، ڏال گهر ٻار جو، وڏ ٻارڻي لڪڻ ٻڙهڻ
جو، ڊاڪٽر مريض ۽ دوائن جو، وغيره وغيره. اهي دنيوي
ڳالهيون ۽ پدارٿ ناسونت ۽ ٻي ٻيا آهن تنهن ڪري انهن
جو سمرن ڪرڻ سان سرت يا آتما ٻاهر ڦهلجي ٿي. مالڪ
امر ۽ ابناسي آهي تنهن ڪري سدس نام جي سمرن ڪرڻ
سان آتما اندر ونس وجي ٿي. اهو **سمرن** چيو آهي ۽ ڪيئن
ڪرڻو آهي تنهنجو ڀيد سنت ستگورو نام ڏيڻ مهل ٻڌائين ٿا.
سمرن ڪندي من ٻاهر ڊوڙي ٿو ته ان کي وري
وري اندر آڻي اکين پٺيان بيهارڻو آهي. تنهن ڪري سنت
مهاتمائون چوندا آيا آهن ته نون دروازن کي جڏهن جاڳائڻ
ته اسانجو من انهن نون دروازن ذريعي ٻاهر نڪري دنيوي
وهنوار ڪري ٿو. سمرن جڏهن پڪو ۽ پريم سان ڪجي ٿو،
تڏهن سرت يا آتما هٽي ۽ پورن مان نڪرندي اکين پٺيان
ي لل وٽ ايڪاگر ( Focus ) ٿئي ٿي. اتين ڪندي
.ي من ۽ آتما جي شڪتي جڏهن گهڻي حد تائين وڌي
تڏهن اندرين ديس يا روحاني منزلن ڏانهن سڪ جي
ري شروع ٿئي ٿي.

ن.

؛ انهيءَ هنڌ تي (ٻن اکين پٺيان) پنهنجي ستگروءَ جي
يه سروپ جو (نه فوٽي يا تصوير جو) ڌيان ڪرڻو آهي.
؛ انهيءَ ڪري ٿو ڪيو وڃي ته انساني من جو هڪ هنڌ
ڻ ڪان نهي ٿو ۽ هيٺ نون دروازن ڏانهن ڦهلجي ٿو تنهن
، ستگروءَ جي روپ جو ڌيان ڏيڻ منجهس هڪ هنڌ
ڻ جي عادت پڪي ڪجي.

|| "گرو کي مورت من مهه ڌيان،
گرو ڪي شبد منتر مــن مان."

إنسان جي اري د رگتي ۽ قياس جوڳي حالت ڏسي، سنت
ستگورو وڏ ڪ ڏيا ۽ مهر جي نظر ڪن ٿا ۽ جيسنائين ڪ
ڪنهن جا ڪرم تمام ٿيا نه آهن، نام جي بخشش ڪن ٿا.
اها هن جي ٻي اَنت ڪروڙا ۽ پلائي آهي جنهن سان هنجي
هرديه جو پيالو هميشه ٽمٽار آهي. جڏهن مالڪ جو ٻولو
ان حقيقت ۾ ڀروسو ڪري نه مالڪ کي ملڻ لاءِ ستگوروءَ
ڪانسواءِ ٻي واٽ ڪانهي، تڏهن هن کي پورن مهاتما يا سنت
ستگوروءَ کي ڳولي، سندس شرن وٺي، کيس نام جي داٽ
لاءِ وينتي ڪرڻ گهرجي. نام وٺي، پنهنجي ستگوروءَ ۾ پورن
ڀروسو رکي، پنهنجي ٻڌيءَ ۽ چترائيءَ جو آڌار ڇڏي، هن
جي هدايت موجب ڪمائي ڪرڻ ۾ لڳي وڃڻ گهرجي.

"پهه ڪرني ڪا ڀيد هيءُ ناهي ٻڌ وچار،
ٻڌ ڇوڙ ڪرني ڪرو تو پاوو ڪڇ سار."

سنت ستگورو يا ڪامل مرشد جڏهن نام بخشي ٿو تڏهن
**اندر وڃڻ** جو طريقو سيکاري ٿو ۽ شش جي سرت يا روح
جي تار، ڌن يا شبد سان ڳنڍي ٿو. ان بعد سک جي روحاني
ترقيءَ جي جوابداري پاڻ تي هموار ٿو ڪري جنهن ۾ شش
جو ٻڻ حصو رهي ٿو. نام جي دولت حاصل ڪرڻ لاءِ، پهرين
پوڙي **سمرن**، ٻي **ڌيان** ۽ ٽين **ڌن** آهي.

## سمرن.

مالڪ اندر آهي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ اندر وڃڻو پوندو.
اندر وڃڻ وارو ڪير؟ وڃي ڪٿان ۽ ڪيئن؟ اندر وڃڻ وارو
اسانجو من آهي جنهن سان آتما ٻڌي پيئي آهي. اندر
وڃڻ جو دروازو ٻن اکين جي پٺيان آهي، جنهکي "تيسرو تل"
چئجي ٿو ۽ اندر وڃڻ جو طريقو **سمرن** آهي. دنيا ۾ هر ڪو
إنسان ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه جو سمرن ڪريئي پيو. واپاري

جڏهن جيو جي اندر مالڪ سان ملڻ لاءِ اڪير ۽ تڙپ جاڳي ٿي، جڏهن شش لائق ۽ ياتر ٿئي ٿو تڏهن هنجو پورڻ سمت يا ڪامل مرشد سان ميلاپ ٿئي ٿو. اهڙي قدر جو ڪن حالتن ۾ ستگورو اهڙي شش کي ڳولي وڃي ٿو لهي. اهڙا مثال گورو پڪتيءَ جي اِلهاس ۾ گهڻي ئي آهن. مولانا رومجن وقت، شمس تبريز صاحب جن ويا، ڏاتي ڏرمداس جن وقت ڪبير صاحب جن ويا، حضور بابا ساون سنگهه جن وقت، مهاراج بابا جئمل سنگهه جن ويا.

سامي جن فرمائين ٿا:

> "جڪڏهن وياي اچي ستڪ سچيءَ سان،
> تڏهن کي ڏيان لتڪال ۾ من موهن ملي."

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

> "جن ڍونڍا تن پائيا، گهري پاڻي پئٺ."

يعني جن اونهائيءَ ۾ وڃي ان کي ڳوليو آهي تن کي پرايت ڪيو آهي.

بائبل ۾ چيل آهي:

> "Knock and it shall be opened,
> Ask and it shall be given."

جڏهن دروازو کڙڪائيندين تڏهن کلندو، جڏهن گهرندين تڏهن ملندو. سو مالڪ هميشہ سمت ستگوروءَ جي چولي ۾ موجود آهي ۽ مٿي اٿوءَ کي ٿو جيڪو هن جي سچي ڪرج ۾ آهي.

ستگوروءَ جو نام ڏيڻ.

براچين وقت ۾، وينڊين پورن صدين تائين سمت مهاتمائون تمام گهڻي پريکشا بعد شش کي قبول ڪندا هئا ۽ نام ڏيندا هئا. سنتن جي اِلهاس ۾ اهڙا ڪترائي مثال آهن. ليڪن هن گهور ڪاجگ جي سمي ۾ پاپ ۽ ڪڪرم جو زور ڏسي،

"گورو ملا نہ شش ملا لالچ کيلا داؤ،
دونون ڈوبي ڏار ۾ چڙھ پاٿر کي ناو."

يعني اھو گوروءَ ۽ شش جو ماڻ ناھي ۾ لالچ جو قيدو آھي ۽ پٿر جي ٻيڙيءَ سمان آھي جنھن ۾ ٻئي ٻڏي وڃن ٿا. ان جو مطلب اھو ڪونھي تہ سچو سنت ستگورو آھيئي ڪونہ. جيتري جيتري ڪا شيءِ دُرلڀ ۽ قيمتي ٿيندي اوترو ئي ان جو نقل زيادہ ڪيو وڃي ٿو. ان مان تہ اھو ظاھر ٿيندو تہ اصل موجود آھي. انھن کانسواءِ جنھنکي اصل گھرجي سو ليسنائين سگ نثو سمھي جيستائين ان کي پراپت نثو ڪري. جيڪڏھن اسان جو سچو ھيرو نقلي ھيرن ۽ ڪانچ جي ٽڪرن جي ڍير ۾ گم ٿي وڃي تہ ان کي ڳولھي لھڻ تمام مشڪل آھي، پر لنھن ڪري ان کي ڳولھو ڪونہ ڇا؟

جڏھن کان ھيءَ سرشٽي ٺھي آھي تڏھن کان انسان جي ڇوٽڪاري واسطي، ھڪ يا ھڪ کان مٿي سنت ستگورو دنيا ۾ رھندو آيو آھي، يعني ھيءَ پرٿوي سنتن کان ڪڏھن بہ خالي ڪانھي. سنت تلسي صاحب جن فرمائين ٿا:

"سنت نہ ھولي جگت ۾ جل مرتا سنسار."

سري گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"جگ جگ پيڙھي گورو چليندي."

يعني جگن کان وٺي سنتن جي پيڙھي ھلندي اچيئي. وري ٻاٿي چويئي:

"ايڪو أمر ايڪا پاتشاھي جگ جگ سرڪار بنائي ھيءِ."

يعني مالڪ ھڪ آھي، سندس حڪم بہ ھڪ آھي. ھو سڀني جو بادشاہ آھي. سنت مھاتمائون سندس سرڪار آھن جي ھر جڳھ ۾ سندس حڪم سان اچن ٿا، حڪم جو پرچار ڪن ٿا ۽ واپس حڪم ۾ سمائجي وڃن ٿا. حڪم جو مطلب شبد يا نام آھي.

گروءَ کي نه ڳولهي انهن گرن ۽ سنتن ۾ ڀروسو رکي ماڻهه
ڪري وٺي رهيا آهيون جي پنهنجو ڪارڻ پورو ڪري
سائنس ۾ سماڄي ويا آهن. نه اسان هنن کي ڪڍهن اکن
سان ڏٺو ۽ نه انهن اسان کي پنهنجو شش قبول ڪيو.
جڳن سوامي جي مهاراج جن فرمايو ته:

"ٻچلون کي جو ڏاڍين آيڪا،
جن ڪر ڪيي آنڪ نهين ديکا.
ٻولن ۾ سڀي ان کي مهما،
ٽيڪ باندي من سيڪا ڀرما."

مولانا روم صاحب فرمائن ٿا:

"مڪسل از پيغمبر ايام خويش،
تڪيه ڪم ڪن برمن وبر ڪام خويش."

يعني پنهنجي وقت جي گروءَ کي نه ڇڏي، دنيوي پڊارٿن
۽ پنهنجي عقل تي ڀروسو نه ڪر. ٻي هڪ شعر چيو آهي:

"پئي نقهاري رمبده ارمهسند رحمت جستجو."

يعني مثل هرڻ جي ڏن مان آڏامي وڃل ڪستوري ڳولهڻ جي
بيڪار ڪوشش نه ڪر.

## اهڙو پورو سنت ستگورو موجوده وقت ۾ آهي؟

اڄ ڪلهه دنيا ۾ جترا گورو آهن اوترا شش به ڪونهن. تنهن
ڪري دنيا گرو پڪتيءَ مان وشواس گهٽائي ڇڏيو آهي. اهو
اسان جو دڙياڳ آهي. اسان جو من نرمل ڪونهي، جنهن ڪري
سچ ۽ ڪوڙ جي پرک نه ٿا ڪري سگهون. دنيا جا جيو،
مالڪ کي ملڻ جي مراد سان نه، پر ڌن يا اولاد يا ناموس
يا تندرستي يا ٻي ڪا لالچ من ۾ رکي گرو ڪن ٿا ۽ انهن
کي گرو به اهڙا ٿا ملن. جنهن جو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري سو
ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

ڪري ٿو پر دنيا ۾ به رهبري ڪري ٿو ۽ پنهنجي سک کي وشيه وڪارن کان اڇائي ٿو.

"ستگور سک ڪا هلت پلت سنواري."

ڪيترائي وڏا ڊاڪٽر ۽ حڪيم پنهنجي آزمودن جا ڪتاب لکي ويا آهن جي علميت جي لحاظ کان بلڪل مڪمل آهن. ڇا انهن ڪتابن جي پڙهڻ سان ڊاڪٽر يا حڪيم ٿي سگهبو؟ جيستائين ڪ موجوده وقت جي ڊاڪٽر جي هٿ هيٺ ڪنهن ميڊيڪل ڪاليج ۾ سکيا نه ونبي تيستائين پورو ڊاڪٽر نٿو ٿي سگهجي ۽ ان سان گڏ پلي ماضيءَ جي ڊاڪٽرن جي ڪتابن جو اڀياس ڪجي ۽ انهن مان لاڀ وٺجي.

وڏن سنتن ۽ مهاتمائن جي وقت ۾ دنيا انهن جو چوڻ نه مڃيو، انهن جو اُپديش نه ٻڌو ۽ انهن جو قدر نه ڪيو. ڪي ڪي ڀاڳن وارا هئا جن انهن جي شرن ورتي. پر جڏهن اهي سنت دنيا ڇڏي ويا تڏهن انهن جو قدر ٿيڻ لڳو. گورو نانڪ صاحب جن جو ان وقت قدر نه ڪيو ويو، مهاتما يسوع (Christ) کي عذاب ڏنا ويا ۽ صليب تي چاڙهيو ويو، ساڳي حالت منصور، سقراط ۽ پلٽو صاحب سان ڪئي وئي. گورو اَرجن صاحب جن کي تتل تئي تي وهاريو ويو، وغيره وغيره. اڄين ٿي ٿيندو آيو آهي جو اسين انڌا جيئو وقت جي گوروءَ جو قدر نه ڪري، ماضيءَ جي مهاتمائن جي ٽيڪ وٺون ٿا. جن سان نه شخصي نالو رکي ٿو سگهجي، نه انهن جي رهبري ملي ٿي سگهي ۽ نه انهنجي ڀڳتي ڪري ٿي سگهجي. پر ڀڳتيءَ کانسواءِ پنهنجي نج ديس ۾ پهچڻ ناممڪن آهي. جيئن سوامي جي مهاراج جن فرمائين ٿا:

"بن **گورو وقت** ڀڳتي نهين پاوي،
بنا ڀڳتي ست لوڪ نه جاوي."

پر افسوس جو اسين جيئو، موجوده وقت جي (Contemporary)

انهيءَ ڪري سنت کان سواءِ ڪو به پرپوري جي راهه وٺندو اچي ته، بر اٻين نه آهي، تنهنڪري وقت به وقت دنيا ۾ سنت ۽ ستگورو پيدا ٿيندا آيا آهن.

باٻي چوڻي: ”ديوي سي ديرا ڀرو ڳاسيا.“
هڪ برانڊ ڏيئي مان پيو ڏيئو ٻاري سگهبو. جيڪڏهن ماڻهوءَ جا سنت جيون کي ڇاڻي سگهن ته پوءِ سنتن جي اچڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ مالڪ اڻڙو سمرٿ ڪرتوي ڇا جو جيون کي پاڻ سان پاٽيهي پاڻ ۾ مدد ڪانسواءِ ملائي سگهي؟ ڇاڪاڻ ته انسان کي انسان ئي سمجهي سگهيو ۽ سمجهائي سگهيو تنهن ڪري مالڪ پاڻ انسان جو چولو ڌاري، سنت ستگورو ٿي سنسار ۾ اچيو. جهڙيءَ طرح سورج جي ڪرڻي پيا مورت مان روشني نئي ملي تهڙيءَ طرح ڪنهن مهاتما يا سنت جي تصوير جي ڌيان ڪرڻ سان آتمڪ شڪتي نئي ملي. ديهه ڌاري ستگورو مهان چيتنتا جو سمندر آهي. هو پنهنجي مقناطيسي آتمڪ شڪتيءَ سان شش ۾ چيتنتا وڌائي ٿو، سندس سرت کي شبد يا نام سان ڳنڍي ٿو.

گوروءَ جي ڀڳتي، مالڪ سان ملڻ لاءِ ضروري آهي. ڇاڪاڻ ته گورو مالڪ مجسم (God Personified) آهي. جيڪڏهن سڪ پنهنجي گوروءَ جي شڪل ۾ نه ڏٺي آهي ته هن سان پيار ڪيئن ڪري سگهندو؟ سندس ڀڳتي ڪيئن ڪري سگهندو؟ مالڪ سان ناتو جوڙڻو آهي ته گوروءَ سان شخصي ناتو جوڙڻ ضروري آهي، انهيءَ ڪري ئي باڻيءَ ۾ سنت يا ساڌ جي سنگ جي اهڏي مهما ٿيل آهي:

”مهما ساڌو سنگ ڪي سنهه ميري ميتا،
ميل ڪرهي ڪرت اگهڙي نرمل ڀئي چيتا.“

جو ته پورو ستگورو نه فقط اندر روحاني منڊلن ۾ رهبري

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

"ستگور دیا سي پائيي، ست نام نج سار،
ستگور داتا نام ڪا هور داتا ڪوهي ناهين."

گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"اس ڪائيا اندر نام نونڌ پائيي،
گور ڪي سبد ويچارا."

سنت پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا:

"نام سنيهي سنت نام ڪر وهي ملاوين."

گذري ويل سنتن ۽ ستگورن جي اسين وڏي ۾ وڏي عزت تڏهن ڪنداسين جڏهن سندن باڻيءَ موجب هلنداسين. سيني سنتن پنهنجي باڻيءَ ۾ پنهنجي گوروءَ کي ساراهيو آهي جيئن،

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

"بلهاري گور اپني جن گوبند ديا بتاي."

گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:

"سد بلهاري ستگور اپني،
نانڪ جس پرساد ائسا پرڀ جپني."

سري گورو رامداس صاحب جن فرمائين ٿا:

"سب دنس رنڻ ديکهه گور اپنا."

گذريل سنتن ۽ گورن جي وقت ۾ جن جن سندن شرن ورتي انهن جو هدن موکش ڪيو. وقت اچڻ تي اهي سنت مالڪ جي حڪم سان پنهنجو Mission پورو ڪري ديهي ڇڏي ويا ۽ انسان کي مالڪ سان جوڙڻ جو ڪم ٻئي سنت کي سؤنپيندا ويا. تنهن ڪري هينئر اسانکي انهيءَ وقت ٿي وچڙو آهي جو اڄ موجود آهي. جيڪڏهن گذريل سنتن کان مالڪ ملي سگهي ها ته هن دنيا ۾ هڪ ٿي سنت جي اچڻ جي ضرورت هئي. اهڙيءَ حالت ۾ هر ڪنهن جڳهه ۾ ۽ هميشه

لئي تہ جيئن گرو نانڪ صاحب جن، ڪبير صاحب ۽ سوامي جي مهاراج جن وغيره. ڇاڪاڻ تہ هن کي پنهنجي جيون جو مثال ئي اسان لوڪن کي، جيڪي گرهستي آهيون، راهہ ڏيکاريندڙ آهي. هو ڪڏهن بہ سياسي ڍنگ جون ڪارروايون نہ ڪري ۽ نہ پنهنجي شڪتيءَ جو اظهار ڪري ٿو. هُو دشمن کي بہ سزا نہ ڏئي ڇاڪاڻ تہ پرين ئي هن مارگ جو قانون آهي. هو ڪنهن جي عيب جوئي نہ ڪري. هو پنهنجن سکن يا شش کي فقط ”شبد مارگ“ ئي ٻڌائي ٿو ۽ شبد ڌن سان ملائي ٿو ۽ دنيا ۾ ”ڀائپ انسان“ جو مثال ئي رهي ٿو. سندس نظر ۾ هندو، مسلمان، سک، عيسائي، ۽ يهودي سڀ ساڳيا آهن.

## وقت جو ستگورو ئي مالڪ سان ملائي سگهي ٿو.

ڪڏهن ويل سنت يا ستگوروءَ جي پستڪن ۽ ٻاڻيءَ ذريعي مڪتي حاصل نٿي ڪري سگهجي ڇا؟ نہ! انهن جي ٻاڻي ڀروٺ آهي ۽ اسان ۾ مالڪ جي ملڻ لاءِ شوق وڌائي ٿي، پرمارٿ جو گيان وڌائي ٿي پر فقط ٻاڻيءَ پڙهڻ سان مڪتي نٿي ملي سگهي. ڪيترا ئي ورهيہ، ڪيتري ئي پرين ۽ شرڌا سان ڪوئي پستڪ يا گرنٿ وغيره پڙهو تہ بہ ڪجهہ نہ ڪندو. اهو گورو نانڪ صاحب جن صاف فرمايو آهي:

”پڙهہ پڙهہ جيتي برس برس پڙهہ پڙهہ جيتي ماس،
پڙهئي جيتي آرجا، پڙهئي جيتي سواس.“

مهاتمائون گرنٿ ناهين لکيا پر گرنٿن مان مهاتمائون نٿا ٿين. جڏهن سيني سنتن جي ٻاڻيءَ ۾ لکيل آهي تہ نام ستگوروءَ وٽان ملندو ۽ نام ذريعي مالڪ ملندو. تڏهن بہ اها اچرج جي ڳالهہ آهي جو اسين رڳو ٻاڻي پڙهي رهيا آهيون پر انهيءَ مطابق هلون ڪون ٿا.

ڪري وري پاڻ ئي انسان جو روپ ڌاري يعني گور...
دروازو کولڻ اچي ٿو.

## سچي گوروءَ جي سڃاڻپ

ان ۾ گورو نانڪ صاحب جن اسانجي سچي رهبري ٿا ڪ...
فرمائين ٿا:

”ست پرک جن جانيا ست گور تس ڪا ناءُ،
تس ڪي سنگ سک اُڌري نانڪ هر گن گاءِ.“

وري فرمائين ٿا:

”جس مليٽي من هوءِ انندا سو ستگور ڪهيٽي،
من ڪي دبدا بنس جاءِ هر پرم پد لهيٽي.“

جنهن ڪي ملڻ سان من کي آنند اچي، من جي مليتا ناس
ٿئي ۽ هريءَ جي پرم پد جو ميلاپ ٿئي، اهوئي سچو
گورو آهي.

”گهر ۾ گهر دکاءِ ديٽ سو ستگور پرک سڃان،
پنچ شبد ڌن ڪار ڌن تهه باجئ شبد نيساڻ.“

... جو اسانجي هن جسم اندر اسانکي اسانجو اصلي گهر ڏيکاري
... ۽ انهد شبد سان ميلاپ ڪرائي اهو سچو ستگور آهي.
...اڳتي هاي سري گورو نانڪ صاحب جن اسانکي خبردار
...ا ڪن:

”گر پير سدائي منگڻ جائي، تا ڪي مور نہ لاگو پاوي.“

...ڪو گورو پنهنجي گذر لاءِ پاڻ نٿو ڪمائي پر ٻين کان وٺي
...ي ٿو ڪائي تنهن جي ڪڌهن شرن نہ وڃجي پر،

...گهال ڪائي ڪڇ هٿون دي، نانڪ راهہ پڇاڻي سي.“

... پاڻ ڪمائي ڪري ڪائي ۽ ڪجهہ ٻين کي ڏئي، اهڙو
...رو ئي سچو ستگورو آهي ۽ توکي نام ڏيٺي مڪتي
...يندو. ستگوروءَ جهڙو پيو داتا ڪونهي. هو هميشہ ڏئي
...وني ڪجهہ نٿو. سچو ستگورو اڪثر ڪري گرهستي

ستگورو يا ڪامل مرشد؟
...سچي روشني ڏيکاريندڙ سنت ستگورو يا ڪامل مرشد؟ پاڻ برابر انسان کي هن
...پاڻ مالڪ ۾ ڪري لڳاوٽ ڪرڻهي. پاڻ برابر انسان کي هن
...سنسار روپي ساگر مان پار ڪرڻ لاءِ دَيا ڪري انسان جو
جامو اختيار ڪري ٿو اچي.
گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:
"گورو گوبند، گوبند گورو هيءِ نانڪ ڀيد نه ڀائي."
يعني ستگورو پاڻ مالڪ آهي؛ مالڪ ستگورو آهي سوي
۾ ڪري لڳاوٽ ڪرڻهي. وري فرمائين ٿا:
"گورو مين آپ رکيا ڪرتاري."
يعني ڪرتار پاڻ کي گوروءَ جي جامي ۾ پرسڌ ڪريٿو.
گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:
"گور پرميشور ايڪو جان جو تس ڀاوي سو پروان."
(راڳ گونڊ- محلا ٥)

سامي صاحب جن به ساڳي ڳالهه ٿا ڪن:
"نراڪار آڪار ڌاري آيو جڳ ۾."
وري بلي شاه به ائين ٿا چون:
"مولا آدمي بن آيا، اوهه آيا جڳ جگايا."
ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:
"رام ڪبير ايڪ ڀي هين، ڪوئي نه سڪي پهچاڻي."
حضرت يسوع به فرمائن ٿا:
"I and Father are one"
سوامي جي مهاراج جن به فرمائين ٿا:
"گورو ڪو نر مانش مت جانو، وي هين سمهه پرش ڪي جان"
شمس تبريز فرمائين ٿا:
"آن پادشاه اعظم در بسته بود محڪم،
پوشيد دلق آدم يعني ڪه بر در آمد."
يعني اهو مالڪ، بالڪل مضبوط دروازي پنهان پالڪي

يعني رام ۽ ڪرشن جيڪي ٽن لوڪن جا ڌڻي هئا تن کي
گورو ڪرڻو پيو ته اسانکي ڪيئن ڪونه گورو ڪرڻو پوندو؟
سري گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”مت ڪوئي ڀرم ڀولي سنسار، گور بن ڪوئي نه اترس پار“

يعني ڪير به انهيءَ ڀُل ۾ نه رهي ته ستگوروءَ کانسواءِ هن سنسار ساگر مان پار ٿي سگهبو چاڪاڻ ته:

”ڪهه نانڪ پربپ اهه جنائي، بن گور مڪت نه پائيئي پائي.“

يعني بنا گوروءَ جي ڪنهن کي به مڪتي ڪانه ملندي چاڪاڻ جو پربوءَ پاڻ اهو طريقو (System) ناهيو آهي. وري اڳتي هلي فرمائين ٿا:

”آپن ڪيا جي مليءَ وڇڙ ڪيون رون.“

جيڪڏهن پنهنجي عقل ۽ چترائيءَ سان مالڪ ملي سگهندو هجي ته پوءِ هي سڀ ڪانئس وڇڙي دک ۽ ڪشٽ ڇو ڀوڳنا پون ها؟ سامي جن فرمائين ٿا:

”جنهن جنهن پد پاتو تنهن سنتن سان ملي،
سنتن ري ڪنهن پاتيهي سار نه سڃاتو.“

ساڳي ڳالهه مولوي روم ٿو چوي:

”يار بايد راه راتنها مرو، از سر خود اندرين صحرا مشو.“

يعني انهيءَ رستي تي اڪيلو نه وڃ، پاڻ سان رهبر ڪڻ. هن بيابان ۾ پنهنجي طاقت تي ڀاڙي، نه گهڙ.
ڪبير صاحب جن به ساڳي ڳالهه ٿا فرمائين:

”ڪهه ڪبير تب پائيئي جو ڀيدي ليجي هاٿ“

چاڪاڻ ته سچو گورو پاڻ انهي راه تي اچي ۽ وڃيٿو ۽ ان جو وريءَ طرح واقف آهي تنهڪري گوروءَ جي ضرورت آهي.

## ستگورو سچ پچ ڪير آهي؟

ست معنيٰ سچ، گ معنيٰ اوندهه ۽ رو معنيٰ روشني. اوندهه

اهڙيءَ طرح سچي ٻاڻيءَ ۾ شبد جي مهما ڪيل آهي ۽ شبد جي وات ٻڌايل آهي. هي جو اڪثر چيو ويندو آهي ته مالڪ کي ملڻ جون واٽون گهڻيئي آهن، اهو ٺيڪ ناهي. جهڙيءَ طرح انسان جي اندروني ۽ ٻاهرين بناوٽ هڪ آهي، انسان جي پيدا ٿيڻ ۽ مرڻ جو طريقو هڪ ئي آهي، مالڪ وٽان آيا جي هن انساني ديهيءَ ۾ اچڻ جي وات هڪ آهي تيئن ديهيءَ مان مالڪ وٽ واپس پهچڻ جي وات هڪ ئي آهي. اها آهي شبد جي وات يا شبد مارگ. ٻاڻيءَ ۾ ور ور ڪري صاف چيل آهي:

”ان شبدي اندر انڌيرا، نه وسمه لهيءَ نه چوڪي ڦيرا.“
(راڳ مانجهه محلا ۳)

يعني شبد ٻنا انسان اکين جي انڌيري ۾ رهي ٿو ۽ ڪيس اهڙو گهر ڀال پدارٿ (مالڪ) ٿو ملي ۽ نه هو جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽي ٿو حاصل ڪري. ڪبير صاحب جن ٻڌائين ٿا:

”شبد کوج من بس ڪريءَ، سهج يوگ هيءُ يهه.“

يعني من کي وس ڪرڻ لاءِ شبد ضروري آهي ۽ شبد مارگ جهڙو ٻيو ڪو سولو يوگ ڪانهي.

## شبد يا نام حاصل ڪرڻ لاءِ ستگورو ضروري

جهڙيءَ طرح دنيا جي ڪنهن به علم يا هنر سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت آهي ساڳيءَ طرح شبد جي پراپت ڪرڻ ۽ شبد مارگ تي هلڻ لاءِ به ستگوروءَ يا ڪامل مرشد جي ضرورت آهي. دنيا چئي ٿي ته هرڪو انسان پنهنجي ذاتي نموني ۾ مالڪ کي حاصل ڪري سگهي ٿو. پوءِ گوروءَ جي ضرورت ڪهڙي آهي؟ انهن واسطي، سنت تلسيداس جن فرمائين ٿا:

”رام ڪرشن سي ڪو بڙو تنهون تو گرو ڪين،
تين لوڪ کي وي ڌني گرو آگي آڌين.“

ٻاڻيءَ ۾ ڏني ٿا. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

”پنجي شبد اناهد باجي سنگي سارنگ پاڻي،
ڪبير داس تيري آرت ڪيني نرنڪار نرباني.“

گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”واجــي پنج سبد تت گــهــر سبا گيءَ،
گهر سبا گيءَ سبد واجي ڪلا جت گهر ڌاريا“

شمس تبريز صاحب جن فرمائين ٿا:

”هر روز پنج نوبت بر در آر،
همي ڪو بند ڪوس ڪبريائي.“

مولانا روم صاحب به فرمائين ٿا:

”خاموش پنج نوبت بشنوز آسماني.“

سوامي جي مهاراج جن به فرمائين ٿا:

”پانچ شبد گهٽ ۾ اهي پهه نرنيه ڪرلي شبد ڪي.“

اسان کي جيڪڏهن ڪير پنهنجي مالڪ کان جدا ڪري، هن دنيا ۾ ڦاسائي ويٺو آهي ته اهو من آهي. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار اهي من جا شستر آهن جن جي وسيلي هو اسان تي راڄ ڪري رهيو آهي. ڌرمي پستڪن ۾، تواريخ ۾ ۽ هلندڙ زماني ۾ گهڻيئي مثال آهن ته ڪيئن نه ڪيترا يوگي، گياني، پنڊت، فيلسوف، عالم، ڀڳتيءَ ۽ وئراڳ جون ڪتابون ڪندڙ، ڪنهن ڪنهن وقت ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جي وس ٿيو وڃن. انهيءَ ڪارڻ اهوئي آهي جو هنن شبد مارگ اختيار نه ڪيو آهي ۽ شبد ۾ پڪل ڪونهن. جنهن ڪري وشيه وڪار روپي باهه ٻاهرين طرح رک سان ڍڪيل رهيتي ۽ جڏهن ڪنهن هوا جي جهوٽي سان رک اڏامي ٿي ته باهه ظاهر ٿيو پوي. ٻاڻي چويٿي:

”ڪرپا ڪري تا ميل ملائي هوميءَ ممتا شبد جلائي“

(راڳ مارو محلا ٣)

خواج حافظ فرمائين ٿا :
”ڪس نہ داند ڪہ منزل گاھہ معشوق ڪجا سب،
اين قدر هست ڪہ بانگ جرس مي آيد.“
يعني ڪنهنکي خبر ڪانهي تہ معشوق (مالڪ) جو گهر ڪٿي
آهي پر اها خبر آهي تہ اتان گهنڊ جو آواز اچي رهيو آهي.
اهو شبد بيحد مڌر ۽ رسيلو آهي. اهڙو ڪو سنسار ۾
مثال ڪانهي جنهن سان انهيءَ جي مٺاج جي ڀيٽ ڪري
سگهجي. ”ڪهن نہ جائي اچرج بسماد“. چاڪاڻ تہ انساني
من سواد جو عاشق آهي سو جڏهن انهيءَ شبد کي ٻڌي ٿو
تڏهن بلڪل متوالو ٿيو پوي ۽ دنيا جا سواد ڦڪا ڪري
ڇڏي. جيئن جيئن من جو ان شبد سان ناتو وڌي ٿو ۽ لين
ليئن من جي ميل لهندي وڃي ٿي ۽ نرملتا حاصل ٿئي ٿي ۽
انسان کي سمجهہ ۾ اچيو وڃي تہ سچي دنيا مايا جو کيل آهي.
ان بعد ئي پنهنجي آماي ديس ”سچ کنڊ“ ڏانهن سندس
واپسي مسافري شروع ٿيئي. هاڻ هنکي دنيا جو ڪري
پدارٿ کينچي نٿو سگهي. سوامي جي مهاراج جن فرمائين ٿا
”سرت ني جب ڌن ڪو پڪڙا آسمان پر چڙهہ گئي،
هو گئي قابل وهان پر قرار نہ ڪوئي غم رها.“
مطلب تہ شبد جي مهما ڳائڻ يا انهيءَ جو مٺاج بيان ڪ
انساني طاقت کان ٻاهر آهي. سنت تلسيداس جن فرمائين
”ڪهون ڪهان لگ نام بڙائي، رام نہ سڪي نام گڻ گائي
جيتوڻيڪ شبد هڪ ئي آهي پر هن لوڪ کان سنت
ٿائين پنج ديس يا پنج سرڪيتا جا درجا (Stages) آ
شبد انهن پنجن ديسن ۾ جدا جدا نمونن ۾ ٻڌڻ ۾ ا
انهن ڪري سنتن ۽ مهاتمائن ان کي ”پنج شبد“
ڪوٺيو آهي.
دنيا جا جدا جدا سنت انهيءَ حقيقت جي ثابتي ڏ

پرلئہ ٿئي ٿي ۽ وري اُٻتي ٿئي ٿي. ٻاڻي چوي ٿي:
”اٻپت پرلئہ شبدي هووء، شبدي هي ٿر اوپت هووي.“
انهيءَ ”نام“ شڪتيءَ جي آڌار تي ٿي سڀ جيو لڳي رهيا
آهن ۽ کنڊ برهمنڊ هلي رهيا آهن:
”نام ڪي ڌاري سگلي جنت، نام ڪي ڌاري کنڊ برهمنڊ.“
جيڪڏهن ”نام“ اکر يا لفظ هجي ته لفظ مان هي سڄي سرشٽي
پيدا ٿي ڇا؟ ۽ لفظ جي آڌار تي هيءَ رچنا هلي رهي آهي
ڇا؟ ڪتابن ۽ گرنٿن ۾ ”نام“ ڪونهي پر نام جي مهما آهي.
”نونڌ امرت پريپ ڪا نام، ديهي ۾ اس ڪا بسرام.“
شبد يا نام يا ڌُن هڪ ٿي ڳالهہ آهي. ويد انهي کي ”ناد“
يا ”آڪاش واڻي“ ٿا سڏين. اسلام وارا ان کي ”ڪلام الاهي“،
”اسم اعظم“ يا ”ندائي آسماني“ ٿا ڪوٺين. ايران جا سنت
انکي ”بانگ آسماني“ ڪري چوندا. بائيبل ۾ انکي Word
ڪري بيان ڪيو ويو آهي. سري گورو نانڪ صاحب جن انکي
ڪيترائي نالا ڏنا آهن، جهڙوڪ: انهد شبد، ٻاڻي، اکٿ
ڪٿا، سچ، حڪم، اجپا جاپ، ڪيرتن وغيره. اهو ستنام
يا شبد سچ کنڊ مان نڪري ٿو ۽ سڄي سرشٽيءَ جي رچنا
ڪندو هر هنڌ سمايو پيو آهي ۽ هر ڪنهن انسان ۾ اهو ٿي
پهر وڃي رهيو آهي. سامي جن فرمائين ٿا:
”مدجهہ تن تنوار وڄي وڃ سڀ ڪنهين،
چنگ تنبورا ڪيترا سامي ساز اپار.“
ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:
”ڪبير شبد سرير ۾ بن گن باجيءَ تانت،
باهر ڀيتر رم رها تاتين ڇوٽي ڀرانت“
ٻاڻي بہ چوي ٿي:
”گهٽ گهٽ واڄہ ڪنگري“

فرمائين ٿا:

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:
...ورڻ جي وات گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا. الرس کيهه.
" پرڻي هٿ پير تن ڏيهه، پاڻي ڌوتيءِ اوه ڌوه.
موت پليتي ڪپڙ هوءِ، دي صابون لئيئي اوه ڌوه
پرڻي مت پاپان ڪي سنگ، اوه ڌوپئيءِ ناوءِ ڪي رنگ."
مطلب ته اها من جي ميل نام جي رنگ سان ئي ڌوپجي
ٿي ۽ سچي نرملتا حاصل ٿئي ٿي. ڪبير صاحب جن به اهائي
ڳالهه ٿا فرمائين:
" آد نام پارس هئه، من هيءِ ميلا لوهه،
پرست هي ڪنچن ڀيا ڇوٽا بندن موهه."

## سچو سک ستنام يا شبد ذريعي ملندو.

عام طرح سان پرماتما جي نالن کي " ست نام" يا " نام"
سمجهيو وڃي ٿو پر الين ڪونهي. " هري رام هري رام"،
" واهگورو واهگورو" يا " الله الله" اهي فقط اکر يا لفظ
آهن. سچو " نام" اکر ڪونهي پر وڏي طاقت يا شڪتي
آهي. جهڙي طرح " پاڻي" اکر ۽ " پاڻي" شيءِ ۾ تفاوت
آهي اهڙي طرح نام اکر ۽ نام شڪتيءَ ۾ فرق آهي. جي
پاڻي پاڻي چوڻ سان ڪڏهن اڃ لهي ٿي؟ جڏهن پاڻي
پيئبو تڏهن ئي اڃ لهندي. ڏسو ساهي صاحب اسانجي
سنڌڙيءَ جر ست جا نو چوي:
" مک سان رام چئي سائين نه، اچي جبڻ کي،
آن پاڻيءَ جي نالو سان ٿڪ اڃ ڪين لهي"
ڪبير صاحب جن به ساڳي ڳالهه ٿا چون:
" ڪوٽ نام سنسار ۾ تالي مکت نه هوءِ"
...آهن الهن
چي هي جيڪي هيترا نالا پرڀوءَ جا سنسار ۾
جنهن سان مڪتي ڪرڻه ملندي. پر اهو اصل " نام" جي...
شڪتي ۽ طاقت آهي تنهن کي پراپت ڪرڻ گهرجي. انهيءَ "...
شڪتيءَ مان سرشٽي ٿهي آهي ۽ انهيءَ ڌريعي سڄي سرشٽي...

انهن سڀني ڳالهين ڪرڻ سان اَنتو من ۾ اَهنڪار ئو جاڳي.
من کي وس ڪرڻ سان ئي سچي سک جو رستو ملي ٿو.
گورو جن فرمائين ٿا: "نانڪ من جيتي جگ جيت."
ساهي صاحب ۾ ساڳي ڳالهه ٿا چون:

"جنهين جيتيو من تنهين جيتيو جڳ کي."

انسان جو من ۽ اندريون پاڻ ۾ ملي انسان کي جوڻن سوادن ۽ موزن ۾ ڦاسائي وينا آهن ۽ کيس حقيقت کي سمجهڻ جو وقت ئي نٿا ڏين. سڀ سواد ۽ لذتون، انسان انهن اندرين جي نون دروازن رستي ماڻي ٿو. اهي آهن ۾ اکيون، ۾ ڪن، ۾ ناسڪائون، وات، اندري ۽ گديا. اهي سواد ۽ مزا جي سمجهيو آهي تہ اسين ماڻيون ٿا سي دراصل، اسانکي ماڻين ٿا، چاڪاڻ تہ اهي لذتون وٺي وٺي انسان پاڻ ختم ٿيو وڃي. سري گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:
"نو دروازي نوين در ڦيڪي رس اَمرت دسوين چوئيجي."
يعني انهن نون دروازن جي ذريعي اسين جيڪي مزا ماڻيون ٿا اهي بي سوادي ۽ ڦڪا آهن تنهن ڪري نڪما آهن. سچو اَمرت رس انهن دروازن کان مٿي آهي ۽ انهيءَ جي پيئڻ سان ئي من وس ايندو. من کي ظابطي ۾ آڻڻ جو طريقو، من کي دٻائڻ (Suppress) نہ آهي ڇو جو هي دٻائڻ سان دٻجي برابر ٿو پر ٿوري وقت بعد وري پيٽي زور سان اُٿي بغاوت ٿو ڪري. تنهن ڪري ان کي دٻائڻ بدران ان جي زور جو رخ ڦيرائڻ گهرجي. اسان مان ڪيترا آهن جن جو من مالڪ جي پڳتيءَ ڏانهن مائل آهي ۽ ڪن جو دنيا جي پڳتيءَ ڏانهن. انهيءَ جو ڪارڻ ڇا؟ من تي ڪيترن جنمن جي ڪني ٿيل پاپن جي ميل چڙهيل آهي، اها ميل جيستائين صاف نہ ٿيندي ۽ نرملتا نہ ايندي تيستائين من مالڪ جي پڳتيءَ ڏانهن نہ جهڪندو. من کي ڌوئي نرمل

# سنت مت ڇا آهي؟

پاڪ هئا گـور سنت ملائيا
پرڀ ابناسي گهر مهہ پـائيا

## سڄو سنسار سک پٺيان، پر آهي دکي.

سڄو سنسار دکي آهي، غريب، چاهي وچولي درجي وارو، چاهي شاهوڪار. ڪنهن کي ڏن گهرجي، ڪنهن کي اولاد، ڪنهن کي بيماري آهي، ڪنهن تي مقدمو. ڪنهن کي عهدو کپي، ڪنهن کي ناماچار. مطلب ته سڀ خواهشن ۽ ترشنائن جي آگ ۾ جلي رهيا آهيون.

”سگل سرشٽ ڪو راجا دکيئا“

ويچار ڪجي ته اين ڇو آهي. ڪير به سکي ڪونهي جيتوڻيڪ هرڪو سک پٺيان ڊوڙي رهيو آهي. اُن جو ڪارڻ اَڻڄاڻائي آهي. سامي ان کي اوديا ٿو ڪوٺي.

”دکي سڀ سنسار ڦاٿو اوديا ڦاس ۾“

اسين جن سکن پٺيان ڊوڙي رهيا آهيون سي سڀ ڪوڙا آهن ۽ مايا جي رچنا آهن. جو سک ٿوري وقت لاءِ آهي يا جا شيءِ ٿوري وقت لاءِ آهي سا مايا آهي، ڪوڙي آهي. ڪبير صاحب جن اُن جو سهڻي ۽ سرل نموني بيان ڪن ٿا:

”سنتو آويءِ جايہ سو مايا.“

چورنتا جيڪا وستو اچي ۽ وڃي ٿي يا ٺهي ۽ ڊهي ٿي يا ڪڏهن آهي ڪڏهن ڪانهي سا مايا آهي. ڏسڻ کپي ته سڀ سک يا اهي وستو جن مان سک ملڻ جي اسين اُميد رکون ٿا

هئا انهن کي سندن شڪن ۽ سوالن جا جواب ستسنگ ۾ ني
ماڻ ويندا هئا. اها آهي پوري سنت جي ستسنگ ۾ شڪتي!
انساني من اي ڪروڙن جنمن جا برا سنسڪار جمع ۽ مالڪ
ڪندا اي وڃا آهن جن کي لاهي من کي نرمل ڪرڻ ۽ اها گهرج
ڏانهن متوجه ڪرڻ جو طريقو ستسنگ ئي آهي. هن ڪتاب جي مهاڳ
هن قسم جا ڪتاب پورتي ڪن ٿا. هن ڪوشش ڪيل آهي.
۾ سرل نموني سنت مت سمجهائڻ جي مکيواڪ ست سنگن مان
انهن ڪانفرنس حضور مهاراج جن جي هن ڪتاب جا ٣ ڇاپا
١٧ ست سنگن جو ترجمو آهي. هي جلدون ڇاپيا
اڳيئي ممبئي مان ڇپيا هئا آهن. لاءِ اسين
شري منگهارام ڊيال اڄمير ۾ ڇپايو آهي جنهن
سندس شڪرگذار آهيون.

شبواهه
ڪي. ايل. کنا
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ بياس

# ڀومڪا

پرم سنت حضور مهاراج ساون سنگهه جن کان ڪنهن ستسنگيءَ سوال پڇيو، ”حضور، جيئن ڪيترن سنتن پنهنجي ٻاڻيءَ رچي آهي تيئن توهين ڇو ڪين ٿا رچيو؟“ جواب ۾ فرمايائون ته مونکي ’حڪم‘ آهي ته انهن جي ٻاڻيءَ جو صحيح، سچو ۽ اندروني مطلب کولي ظاهر ڪريان.

سچ پچ، حضور مهاراج جن جدا جدا سنتن ۽ مهاتمائن جهڙوڪ ڪبير صاحب، گورونانڪ صاحب ۽ ٻين گوروصاحبن، گسائين تلسي داس ۽ تلسي صاحب، سوامي جن، پلٽو صاحب، مؤلانا روم صاحب، حافظ شيرازي وغيره جي ٻاڻيءَ جو مطلب پنهنجن ستسنگن ۾ جنهن ريت کولي سمجهايو آهي سو بي مثال آهي. سنتن جي ٻاڻيءَ ۾ جيڪي ڳوڙها روحاني راز لڪل آهن سي ڪڏهن به گذريل وقت ۾ ان ريت ظاهر نه ڪيا ويا آهن. واقعي سنت ئي سنتن جي ٻاڻيءَ جو ڀيد سمجهي ۽ سمجهائي سگهن ٿا ڇاڪاڻ ته هنن پنهنجي اندر ڀيٽي سڀ منزلون پار ڪري مالڪ سان وصال ڪيو آهي ۽ ڪين هر ڳالهه جو شخصي آزمودو آهي.

حضور مهاراج جن جي ستسنگ ۾ اهڙي مقناطيسي ڪشش هوندي هئي جو ٻڌندڙن جو من هڪدم ايڪاگر ٿي ويندو هو. ڪن کي ته پنهنجي تن بدن جي سڌ نه رهندي هئي. ڪي ورودي متن وارا جيڪي بحث مباحثي لاءِ وٽن ايندا هئا سي سندن ستسنگ ٻڌي ورود ڇڏي سندن شيوڪ ٿي پوندا هئا. جيڪي من ۾ شڪ ۽ سوال کڻي ستسنگ ۾ ويندا

# فهرست

(۱)



(۲)




❀ سنگره ڪرتا ۽ انوادڪ ❀

ڪرشن ٻاٻاڻي

راڌا سوامي ستسنگ بياس (پنجاب)